# بُدمَت

## سُتا سوال ءِ سُتا جواب



# Buddhism

## Good Questions & Good Answers

ٻُڍا جي مان ۾ :

## او اي گوتم !

او اي گوتم! او اي گوتم!
دراوڙ دڙي جي ٿلهي تي بيهي،
اڄ مان نچيم، اڄ مان نچيم.

سنڌو سرجي ٻيڻن ۾ ڦيڻن ۾ ڦرندي،
هماليا جي پاڻيءَ ۾ ٽٻندي ۾ ترندي،
آدن کان ايندڙ سنيهي کي چاتم.
اڄ مان نچيم، اڄ مان نچيم.

ڳهيلي ڏناري آ سرندو وڄايو،
اڻ آري وارو ڪُنل ڳيچ ڳايو،
جياپي جي پيڙها اُره منجهه پاتم.
اڄ مان نچيم ، اڄ مان نچيم.

وري ڪنهن خُدائي جو ناٽڪ رچايو،
نرڳ ۾ سرڳ جو آ ڍيپڪ وڄايو،
ماڻهوءَ جي هٿ ڪرما ڦيٽو ڦيرايم.
اڄ مان نچيم ، اڄ مان نچيم.

سوني انوٽي تنهنجي واٽ چلڪي،
انو ڪنڊ ستارو جو اجرڪ ۾ جرڪي،
لڪيل راز کي ڌُر سهي ڪر سڃاتم.
اڄ مان نچيم ، اڄ مان نچيم.

او اي گوتم! او اي گوتم!
دراوڙ دڙي جي ٿلهي تي بيهي،
اڄ مان نچيم، اڄ مان نچيم.

# بُدمَت

## سُنا سوال ءِ سُنا جواب

# Buddhism

## Good Questions & Good Answers


لیکک:

مانوارو "ایس ڈمیکا"

سندیکار:

دُرجان




BOOK NO: (181)

| | |
|---|---|
| Buddhism :<br>"Good Questions & Good Answers" | ٻڌمَت :<br>"سُٺا سوال ۽ سُٺا جواب" |
| Author: Venerable S. Dhamika | ليکڪ: مانوارو "ايس ڌميڪا" |
| Sindhi Translator: Dur Jan | سنڌيڪار : دُرجان |
| Composing & Title:<br>Rohal Jan | ڪمپوزنگ ۽ ٽائيٽل:<br>روحل جان |
| FIRST EDITION 2017 | ڇاپو پهريون: فيبروري 2017 |
| KANWAL Publications kambar | ڪنول پبليڪيشن قنبر |

ملهه: 200 روپيا

## ڪتابن ملڻ جا هنڌ:

پڻائي ڪتاب گهر، حيدرآباد.
ڪنگ پن بڪ هائوس پريس ڪلب، حيدرآباد.
سمباره پبليڪيشن هائوس، سيد آرڪيڊ، گاڏي کاتو حيدرآباد.
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو - مهراڻ ڪتاب گهر، سانگهڙ
مدني بڪ شاپ، دادو - سنڌيڪا ڪتاب گهر سکر
ٽرڪتاب گهر، مٺي - ڪويتا ڪتاب گهر، حيدرآباد
تهذيب بڪ اسٽور، خيرپورميرس - سراج بڪ اسٽور، قنبر

# ارپنا

سنڌ ڌرتي ماتا جي نالي،
جيڪا ٻُڌمَت جي روحاني ماءُ آهي.

# Dedication

In the name of Sindh Motherland,
The Spiritual Mother of Buddhism

اداري پاران:

گوتم ٻُڌ (سڌارٿ) انساني تاريخ جي انهن مهان انسانن ۾ شمار ٿيندو رهيو آهي، جن پنهنجي اندر کي اجاري هڪ اهڙو پيغام عام و خاص جي جهانَ ۾ آندو، جيڪو اُنهن کان اڳ ڪنهن به ويچارڪ وٽ موجود نه هيو. انساني روين جي اهڙي خوبصورت اُپٽار، جنهن ذريعي ماڻهوءَ پنهنجي منَ جي موسمن کي نه رڳو پروڙيو پر اُن کي وڌيڪ سنواريو ۽ دنيا جي دستور کي سمجهيو.

برصغير جي مذهبي ۽ ادبي تاريخ ۾ گوتم ٻُڌ کي اُها مٿانهين حيثيت حاصل آهي، جيڪا ڪيترن پيغمبرن ۽ سنڌن اولين ۽ اُتم پوئلڳن کي ماڻيل آهي. سنڌ جو اتهاسُ به صوفي ازم جي نرالي ۽ مٿانهين مچتا رکندڙ پرڳٽو رهيو آهي. اُهو سنڌ ديس بنا ڪنهن ڏيکاوَ جي ازلي انسانيت ۾ ايمان رکندو پيو اچي. هِن ڊجٽيل دور ۾، جڏهن ماڻهوءَ جي من جي يڪسوئي لاپتا آهي، ۽ هُو پنهنجي خيالن جو پوسٽ مارٽم ڪري، بهتر سوچن کي بچائي نٿو سگهي، اُن زماني ۾ گوتم ٻُڌ جون صديون اڳ ڪيل ڳالهيون ۽ سيڪارٽيون ورائي پڙهڻ سان بي سمت روان ٿيل ماڻهوءَ جو روح، انسانيت جي اتم منزل ڏانهن مُڙي نهاري ٿو.

سنڌي ادب اڳ ۾ به گوتم ٻُڌ جي گيان ۽ ڌيان کي دل سان پڙهيو ۽ نرواڻ جا نوان رنگ ماڻيا آهن. سنڌي شاعريءَ جو به گوتم ٻڌ هڪ آئيڊيل حوالو رهيو آهي. سندس پيغام عام جام شايع ٿيو آهي. هي ڪتاب گوتم ٻڌ جي فلسفي جي سوال جواب ذريعي آسان ڇنڊڇاڻ اهي، جنهن کي نهايت سرل انداز ۾ اسان جي ساٿي "درجان"، مانواري "ايس ڌميڪا" جي ڪتاب تان بهترين لفظن ۾ ترجمو ڪيو آهي. اميد ته سنڌي پاٺڪ کي انسانيت جي هِن عالمي آواز کي سمجهڻ ۾ آساني ٿيندي.

**سعيد سومرو**
**ڪنول** پبليڪيشن قنبر
Cell: 0333_7523132
Saeedsoomro4@yahoo.com

## مهاڳ:

”منظور ڪوهيار“

”تون خدا آهين؟“، ٻڌ کان ڪنهن سوال ڪيو.
”نہ!“
”تہ پوءِ ڪوئي فرشتو؟“
”نہ!“
”ڪوئي درويش؟“
”نہ!“
”تہ پوءِ تون ڇا آهين؟“
ٻُڌ جواب ڏنو:”مان جاڳيل پيو آهيان.“

هن ننڍڙي ڪهاڻي ۾پورو ٻُڌمت (جاڳرتا) جو فلسفو سمايل آهي. جڏهن سڌارٿ گوتم پاڻ جاڳيو تہ دنيا جاڳي پئي. ”ٻُڌي“ لفظ جي معنیٰ ئي ”جاڳائڻ“ آهي. پر ان جاڳڻ کان اڳ ٻُڌ جي جاڳڻ جو هڪ جيون سفر آهي. اهو ٻار جيڪو عيش وعشرت جي دنيا ۾ ستل هيو. جتي سک ئي سک، آنند ئي آنند هيو. سندس جيون ۾ غم، ڏک، اهنج، ايذاءُ جو نالو نشان ئي نہ هيو. 563 يا 480 ق۔م ۾ جنم وٺندڙ ڪپل وستو رياست جي راجا سڌوڌن ۽ راڻي مايا جو پٽ، نازن سان پليل نوجوان، جڏهن محل مان نڪتو، تہ حساس طبيعت هئڻ ڪري،هن سوچڻ شروع ڪيو، ”شڪار ڇو ٿو ڪيان، صرف پنهنجي پيٽ پرڻ لاءِ؟“
ڪنهن جانور کي مالڪ سونٽيون هڻي، تہ فڪر ۾ پئجي وڃي، ”جانور کي بہ تہ ايذاءُ ايندو هوندو؟“
ڪو افسرده ۽ ڏکايل چهرو ڏسي، تہ اچرج ۾ پئجي وڃي، ۽ سوچڻ لڳي تہ ”ڏک ڇا آهي؟“

چيلهہ چبي تيل پوڙهي کي ڏسي تہ تڙپي اٿي ۽ پنهنجو پاڻ کان پڇڻ لڳي، تہ ”ڇا زندگي جو انجام ڏک آهي؟“

اهو ئي حساس پٽو کيس، 30 يا 35 سال تڙپائيندو ۽ لڇائيندو رهيو. آخر پنهنجي حساس پٽي کان مجبور تي، پيءُ، ماءُ، زال ۽ ٻار ڇڏي ، ’ڪپل وستوءَ‘ جي رنگ رتولن مان تن تنها ٻاهر نڪري پيو. جهر جهنگ رلندو رهيو، پڇندو رهيو، تہ ”ڏک جو علاج ڪهڙو آهي؟“

ڪنهن ودوان براهمڻ ٻڌايس تہ ”ان جو حل ويد ۽ پراڻ ۾ ڏنل آهي“. ويد ۽ پراڻ پڙهي ڏٺائين، ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيس.

ڪنهن اَوڌوتي يوگي چيس، ”حل جپ ۽ تپ ۾ آهي“. هن اهي سڀ ٽِڪا پنجا ڪري ڏٺا، پر لا حاصل.

ڪنهن اگهوري ساڌو ٻڌايس، ”انهن سڀني سوالن جا جواب گهور تپسيا ۾ آهن“. پورا ڇهہ سال تن کي تسيا ڏئي تپسيا ڪندو رهيو، پر جواب ندارد. نيٺ سوال خود کرد ، جواب خود دارد جي تحت هڪ پپر جي وڻ هيٺان محڪم ارادي سان پلٿي ماري ويهي رهيو، تہ جيستائين ’سروم دکم دکم‘ ( زندگي ڏک ئي ڏک آهي) جو جواب نہ ملندو، نہ اٿندو.

آخرڪار ان نتيجي تي پهتو، تہ گهور تپسيا، پاڻ کي ايذائڻ، مالها جپڻ ، ڪتاب پڙهڻ حل ڪونهي.

جيئن ڪنهن ڪوي جي ڪوتا آهي، تہ:

**ٺاڪر پٽر، مالا لکڙ ، گنگا جمنا پاني؛**

**جب تڪ دل ۾ ساچ نہ آوي، ساري ويد ڪهاني.**

هو ان نتيجي تي پهتو، تہ حل زندگي جي حقيقتن ۽ صداقتن کي سمجهڻ ۾ آهي. آخرڪار هن کي زندگي جون چار صداقتون سمجهہ ۾ آيون:

1 . زندگي ڏک ئي ڏک آهي.

2 . ڏکن جو سبب خواهشون آهن.
3 .خواهشن کي قابو ڪبو تہ ڏک گهٽبا.
4 . خواهشن کي قابو ڪرڻ لاءِ اٺ بنيادي اصول آهن :
(1) صحيح خيال (2) صحيح اراده (3) صحيح گفتار (4) صحيح عمل (5) صحيح رهڻي (6) صحيح ڪوشش (7) صحيح ساڃاهہ (8) صحيح ڌيان.

ٻُڌ نہ ديوتا جو تصور ڏنو، نہ خدا جو، نہ فرشتن جو، نہ جهنم جو، نہ جنت جو، نہ جزا جو، نہ سزا جو. هن سمجهايو، تہ سڀ ڪجهہ انسان جي اندر آهي. هرڪو جاڳي سگهي ٿو، جي منجهس جاڳڻ جي خواهش موجود آهي. دماغ کان ٻاهر ٻُڌ (روشن خيال) ڪونهي، ٻُڌ کان ٻاهر دماغ ڪونهي. شعور، لاشعور، تحت الشعور، نسلي شعور، ڪائناتي شعور سڀ دماغ جي اندر آهن.

دراصل ٻُڌ مت، گهڻن خدائن يا ديوتائن وارو مذهب نہ هيو ۽ نہ وري وحدانيت جو قائل هيو. دراصل هي زندگي کي سمجهڻ ۽ پاڻ سڃاڻڻ جو فلسفو هيو، جيڪو هڪ .ڏاهي کي ذهن جا ارتقائي مرحلا طئي ڪندي حاصل ٿيو هيو. پر حقيقت ۾ تہ ان جي پٺيان برصغير جو طويل تهذيبي پس منظر هيو. جنهن جي تشريح موهن جي دڙي جي هڪ مُهر مان ڪري سگهجي ٿي.جيڪا .وڏي حوض جي پر مان 1928 ۾ لڌي وئي هئي. تنهن جي قدامت جو اندازو، ماهر آثارِ قديمہ 2350 ق_م جي لڳ ڀڳ ٻڌائين ٿا (اڄ کان اندازن ساڍا چار هزار سال اڳ). جنهن ۾ ڏيکاريل آهي، تہ هڪ شخص پلٿي ماريون سگن جو تاج پهريون مول بند آسڻ ۾ گيان ڌيان سان ويٺو آهي. جنهن جي چوڌاري هاٿي، شينهن، گينڊو ۽ سانهہ بيٺا آهن. ان جي هيٺان هڪ هرڻ جڻ تہ سام آيل آهي. هن کي جان

مارشل، ’شو ديوتا‘ يا ’پشوپتي‘ سڏي ٿو. اها ساڳي تشريح سنڌي قديم ٻولي جو محقق محترم عطا محمد ڀنڀرو پنهنجي انگريزي ۾ لکيل ڪتاب ”انڊس اسڪرپٽ“ ۾ به ڪري ٿو. پر مان ان ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي پنهنجو مفروضو پيش ڪيان ٿو ته، هيءَ مُهر اُن سنڌي مها يوگي جي ڏنل فلسفي جي باري ۾ هڪ مڪمل تشريح آهي، ته ’گيان ڌيان جي شڪتي آڏو شينهن، هاٿي، گينڊو ۽ سانهه جهڙين انساني جبلتن کي وس ۾ ڪري، نڀل جيون جي رکيا ڪري سگهجي ٿي‘. يا ٻين لفظن ۾ هيئن به تشريح ڪري سگهجي ٿي، ته انساني ذهن ئي وڏو شڪتيوان ۽ ٻلوان آهي، جنهن جي صحيح استعمال سان انسان طاقتور جبلتن کي قابو ڪري، رحمان و رحيم [دياوان ۽ ٻاجهارو] ٿي سگهي ٿو.

جيڪڏهن برصغير جي ڌرمن جو تجزيو ڪيو وڃي، ته بنيادي طور تي ٿلهي ليکي به ڌارائون نظر اينديون. هڪڙا اهي ڌرم جن ديوين ۽ ديوتائن يا آسماني قوتن کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻيا اهي جن صرف انساني اخلاقيات ۽ ڌرتيءَ تي رهندڙ جيوت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. ان حوالي سان ٻن تحريڪن هڪ برهمڻ ۽ ٻي شرمڻ تحريڪ جو بنياد پيو. پوءِ هڪڙا آستڪ ۽ ٻيا ناستڪ سمجهيا ويا. هڪڙي ڌرم جو پايو وجهندڙ ’اندر ديوتا‘ هيو، جنهن جي علامت ’آڪاش‘ هيو. ٻيو ڌرم موهن جي دڙي جي ان مها يوگي ڏنو، جنهن جي علامت پرٿوي هئي. هڪڙي ڌرم کي مافوق الفطرت هستين کي مڃيندڙ براهمڻن ٽيٽيهه هزار ديوين ۽ ديوتائن جي طابع ڪيو. انهن سڀن مان شڪتيشالي ديوي اگني (فنا) هئي. جنهن جو ذڪر جاءِ بجاءِ رگويد ۾ آيل آهي. ٻي ڌرم (جين ڌرم جي روايتن مطابق) جي پهرين رشي نات يا آدي نات (پهرين اڳواڻ) رحم ۽ شفقت جي انتها تائين پهچي عدم تشدد جو

بنياد رکيو، جنهن جي علامت ڏاند (صبر، شڪر ۽ محنت جي علامت) هئي. هڪڙي ڌرم ۾ ذات پات جي بنياد تي ”منو ڌرم شاستر“ لکيو ويو، پيڊ پاؤ ۽ انساني استحصال جي نظام کي حق بجانب ڄاڻايو ويو. ٻئي ۾ ”ٻوڌي ڪٿائن“ ذريعي پيد پاؤ ۽ هر قسم جي استحصال کي ننديو ويو ۽ ماڻهؤ کي ماڻهپي ۽ شرافت سان گذارڻ جي ڏاهپ ڏني وئي. ان جي تصديق ”جواهر لال نهرو“ پنهنجي ڪتاب ”هسٽري آف دي ورلڊ“ ۾ هينئن ڪري ٿو، ته ”جنهن وقت گوتم ٻُڌ پيدا ٿيو هيو، ته هندوستان ۾ قديم ويدڪ ڌرم جو دؤر هيو. ليڪن اهو گهڻو بدلجي چڪو هيو ۽ پنهنجي اصلي حالت کان گهڻو ڪريل هيو. برهمڻن هر طرح جي رسمن، پوڄائن ۽ وهمن کي عام ڪري ڇڏيو هو. جو ته جيترو پوڄائن جو عمل و دخل ٿي وڌيو، اوترو ئي برهمڻ جو پلو پئي ٿيو. ذات پات جي بندش حد کان وڌيڪ سخت ٿي وئي. عام ماڻهو جهاڙ ڦوڪ، جن پوت ۽ سفلي علمن جا قائل ٿيندا پئي ويا. پنڊتن اهڙن ترڪيبن سان عوام کي پنهنجي هٿ وس ڪيو. برهمڻن ۽ ڪشترين ۾ رقابت وڌي وئي. ٻُڌ انهيءَ دؤران صلح جو پيامبر ٿي آيو“.

سچ ٻہ اهو آهي، تہ اهو گوتم ٻُڌ هيو، جنهن برهمڻن کي ٻبانگ دهل چيو، ته ” انسان برائي خود ڪري ٿو ۽ ان جو خراب نتيجو پوڳڻ ٻہ ان جي ذميواري آهي. اهو خود ئي برائي کان ڪناره ڪش ٿي سگهي ٿو. پاڪيزگي ۽ نجاست ٻئي ذاتي صفتون آهن. ٻيو ڪير ٻہ ڪنهن کي پاڪيزه نہ ٿو ڪري سگهي“.

گوتم ٻُڌ جي حقيقت پسندي ان کان ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي، تہ سندس آخري وقت ۾ مريدن ڪيس ديوتا ڪري پيش ڪرڻ شروع ڪيو، سندس هڪ پياري ڀڪشو ”آنند“

جڏهن سندس تعريف ۽ توصيف ڪندي چيو، ته ”مهاتما، مان پوري اعتماد ۽ يقين سان چوان ٿو ته، نه اوهان جهڙو ڪو پاڪباز اڳ هيو ۽ نه وري ڪو ٿيندو. ڪو به ٻُڌيمان، براهمڻ، ودوان ۽ ڏاهو، اوهان جي عقل ۽ دانش ڪان مٿانهون ناهي“.

اهو ٻڌي گوتم ڪائنس سوال ڪيس، ”منهنجا، پيارا! مونکي ايڏي مان ڏيڻ جي مهرباني. پر تون اهو ٻڌاءِ، ته ڇا ڏاهپ جي حوالي سان تون ماضيءَ جي سيني شخصيتن ڪان واقف آهين؟...ڇا توکي انهن جي فڪر ۽ دانش جي ڄاڻ آهي؟...ڇا توکي انهن جي رياضت ۽ محنت جي خبر آهي؟“

”نه مهاتما، بالڪل نه!“، آنند سچائي سان وراڻيو.

”ڇا تون مستقبل جي ڏاهن ۽ ودوانن کي ڄاڻي سڃاڻي ٿو، جو تون منهنجي انهن سان ڀيٽ ڪرين ٿو؟“

”نه، مها آتما، نه!“

”ڇا تون پنهنجو پاڻ کي ڄاڻي سڃاڻي ورتو آهي؟“

”نه منهنجا سائين، مان ڪا دعويٰ نه ٿو ڪري سگهان!“

”منهنجا ٻچا، ڏس! نه اسان پنهنجن پهرين کي ۽ نه ايندڙن کي ڄاڻون ٿا، ايستائين جو پنهنجي حال جي به پوري خبر ڪونهي، ته پوءِ اهڙي خوشامد ڇا جي لاءِ ڪئي وڃي؟“

پوءِ ٻڌ پنهنجي پياري شاگرد، ”آنند“ کي درس ڏيندي نصيحت ڪئي، ته ”آنند! منهنجي زندگي ۾ يا مونکان پوءِ هرڪو پنهنجو پاڻ ۾ هڪ روشن چراغ آهي، ليڪن اوهان جي ذات اوهان جي ابدي پناهگاه ناهي. اوهان جي آخري پناهگاه سچائي جو دامن آهي، جنهن کي پڪڙڻ سان، اوهان کي ڪنهن ٻي جي ذات ۾ پناه وٺڻ جي ضرورت ئي ناهي. اوهان کي پنهنجي اندر جو روشن چراغ ئي بصيرت جي بلندين تي وٺي ويندو؛ مگر شرط اهو آهي، ته اوهان کي علم جي جستجو ۽ تڙپ هجي“.

گوتم ٻُڌ، پنهنجين انتم گهڙين ۾، پنهنجن بکشوئن کي اها آخري نصيحت ڪئي هئي، تہ”او بکشوءُ! هاڻي مونکي بہ فنا ٿيڻو آهي.پر اوهان شوق ۽ ذوق سان پنهنجي من جي سچائي جي جستجو جاري رکجو“.

پوءِ ان ٻُڌ جي نظريي، اڳتي هلي ”اشوڪ اعظم“جهڙي جابر شهنشاهہ کي جهڪائي وڌو. هن جي زماني ۾ سڄي هند سنڌ، افغانستان، چين، وچ ايشيا ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ اهو مت ڦهلجي ويو، جنهن جو بنياد هيو، مسلسل سچائي جي تلاش ۽ جستجو. ”ڪشان“ بادشاهن جي دؤر ۾ سنڌ اندر شهر شهر، نگر نگر، ’وهار مندر‘ ٺهي ويا. سنڌ ۾ ان جي مقبوليت جو اندازو ان مان ڪجي ٿو تہ مشهور چيني سياح ”هيونگ سانگ“ سنڌ ۽ هند گهمي ڏٺي هئي، تنهن لکيو تہ ”سنڌ ۾ ڪيئي سنگهہ ( سُنگ) موجود هيا. بکشوئن جو تعداد ڏهہ هزارن تائين هيو ۽ جڳهہ جڳهہ تي وهار مندر موجود هيا.“

هاڻي بہ ان بيان جي تصديق اهي آثار ڪن ٿا ، جيڪي سنڌ بلوچستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾پکڙيا پيا آهن. اهڙن ڪجهہ آثارن جي تہ مان بہ اکين ڏٺي شاهدي ڏئي سگهان ٿو، ويهارو سال اڳ لاڙڪاڻي ۾ جهڪر جي دڙي مٿان وهار مندر جڙيل هيو، جنهن جو هاڻي ڪجهہ حصو وڃي بچيو آهي ۽ اهڙي طرح بيڙي چانڊيي جي اتر اولهہ ۾ ’ننڊل جي دڙي‘ مٿان وهار مندر جڙيل هيو. جنهن کي ماڻهن ڊاهي، هاڻي مٿائنس علم ڪوڙي ڇڏيو آهي. اهڙي طرح موهن جي دڙي جي مٿان ٺهيل اسٽوپا وهار مندر اجا اوچي ڳاٽ بيٺو آهي، جنهن کي عوام الناس طرفان ڊاهڻ جي ڀرپور ڪوشش جاري و ساري آهي. اهڙي طرح وهار مندرن جا آثار، برهمڻ آباد (شهداد پور)،

سڌيرڻ جو دڙو (ٽنڊو محمد خان)، مير رڪڻ جو نل (ٻانڊي)، ٻُڌڪا ٽڪر (جهرڪ)، ڪاهو جو دڙو (ميرپور خاص)، مير رڪڻ (نواب شاه)، وڏڙي چڪ (بدين) مليا- آهن. اهي مندر عمومن 200ع کان 500ع تائين جا ٺهيل آهن. ان مان واضح ٿئي ٿو ته ٻڌ ڌرم سنڌ ڌرتيءَ جو اهم ترين مذهب رهيو آهي. پر ان مت جي سنڌ مان ختم ٿي وڃڻ جا ٻه ڪي سبب هيا. جيئن ڪمال کي زوال ايندو آهي، ائين ٻُڌ مت سان به ٿيو.

هڪ ته موريا گهراڻي ڪانپوءِ، چندر گپت جي دؤر ۾ براهمڻ راڄ اچي ويو، جنهن ٻُڌ ڌرم جي بيخ ڪني ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ٻُڌن سان ناروا سلوڪ رکي ڪين هيسايو. ٻيو سبب سنڌ جي اندر راءِ گهراڻي جي حڪومت (499 _ 640) ڪانپوءِ براهمڻ چچ جو دؤر آيو، جنهن ٻُڌ ڌرم سان تعلق رکندڙ قبيلن، خاص ڪري ميدن ۽ جتن سان سخت رويو اختيار ڪيو ۽ هندو ڌرم کي هٿي ڏني، جنهن جي ڪري ٻوڌين جا وهار مندر ويران ٿيندا ويا ۽ ٻوڌ مت جا سنگهه (جماعتون) به ڇڙ وڇڙ ٿي ويا. اهوئي سبب هيو، جو سنڌ جي ٻوڌين راجا ڏاهر جو ساٿ نه ڏنو ۽ محمد بن قاسم آساني سان سنڌ (711_712) فتح ڪري ورتي. عربن جي اچڻ ڪانپوءِ پهريائين اسماعيلي بزرگن اسلام کي سنڌ اندر متعارف ڪرايو ۽ انهن کي ڪجهه حد تائين ڪاميابي ٿي. پر جڏهن صوفي بزرگن پنهجي عدم تشدد ۽ صلح ڪل واري نظريه کي متعارف ڪرايو، ته عام ٻوڌين کي اهو نظريو پنهنجي مت جي بالڪل قريب تر لڳو ۽ هو آهستي آهستي ان نظريه کي قبول ڪندا ضم ٿيندا ويا. ان ڪري واديءِ سنڌ صوفين جي پسنديده سرزمين بڻجي وئي، جو حسين بن منصور الحلاج جهڙو يگانو صوفي به آيو، ته حضرت علي هجويري داتا گنج بخش، بابا فريد گنج شڪر، بهاوالدين ذڪريه ملتاني ،

حضرت جلال الدين سرخ بخاري ڪان وٺي قلندر لال شهباز، شاه عنايت، شاه حسين، شاه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، بلها شاه، خواجه فريد، بيدل وغيره جي به ابدي آرامگاه بڻي.

صوفي ازم جي حوالي سان، ايڇ ٽي سورلي پنهنجي مشهور ڪتاب ”ڀٽ جو شاهه“ ۾ شاه لطيف جي بيتن بابت پنهنجي راءِ ڏيندي چوي ٿو، ته ”تصوف جي پيچيده تاريخ رسالي جي هر صفحي تي پڙهي سگهجي ٿي. اسان کي هتي پلوٽينس ۽ يونان جي هيلني فلسفي جو پڙاڏو ملندو، ته هتي اسان کي اليگزينڊري عيسائيت سان گڏ هندستان جي ٻُڌ فلسفي ۽ ويدانتي فڪر جا اهڃاڻ به ملندا“.

ٻُڌ ڌرم جي حوالي سان ان جي تصديق سائين ”جي ايم سيد“ پنهنجي ڪتاب ”سنڌوءَ جي ساڃاهه“ ۾ به ڪري ٿو ۽ مثال ڏئي سمجهائيندي ٻڌائي ٿو، ته ” هن عالمگير مذهب به سنڌين جي زندگيءَ تي پنهنجا اثر ڇڏيا آهن. جيتوڻيڪ سنڌ جي اڪثريت مسلمان ٿي چڪي آهي. غور ڪري ڏسبو ته سنڌ جي ڪن مخصوص درويشن، جهڙوڪ شاه عنايت، شاه لطيف، سچل سرمست، ۽ ٻين ٻُڌ ڌرم جي روشن پهلوئن مان گهڻو پرايو آهي. شاه لطيف جي ڪلام جي رپ، ڪاهوڙيءَ، بروي سنڌي، رامڪلي ۽ پرڀاتي سرن ۾ ان تعليم جا آثار ملن ٿا، مثلن :

سر رپ
(مقصد ۽ پرينءَ جي يادگيري ۾)

**گوندر گڏياس صحت نيم سڄڻين**
**مادر مارياس، ڦوڙائي پرين جي**

سر ڪاهوڙي
(سچن فقيرن جو احوال)

ڏوٿي سا ڏورين، جا جوءِ سُئي نہ ٻڌي
پاسا متي پاهڻين، ڪاهوڙي ڪوڙين
وچا اُت ووڙين، جت نهايت ناهہ ڪا

سر بروو سنڌي
(محبوب جي ياد ۾)
جڏهن پوي ياد، صحبت سپريان جي
فريادون فرياد، ناگهہ وجن نڱيو

سر رامڪلي
(جوڳين جو حال)
نوري ۽ ناري، جوڳيئڙا جهان ۾!
ٻري جن ٻاري، آءُ نہ جيئندي اُن ري!

سر پورب
( مشرقي محبت)
متي راه روان ٿيا، پورب پورياڻون
هيءُ گهر گهورياڻون، آ ڳانڊياڻون اڳيان

سر پرياتي
صبوح جو سهاڳ، مڱڻهارن ماڻيو
ڏناڻون ڏاتار ڪي، وڏيءَ وير ڏهاڳ
وس منهنجي ناهہ ڪا، سيڻن هٿ سهاڳ
پرينءَ سين پهاڳ،ماڻِ نماڻي نصيب ٿئي.

لاشڪ تہ، سائين جي ايم سيد پهريون محقق هيو، جنهن مثالن سان سنڌي صوفين جي ڪلام ۾ "ٻڌ مت" جي اثرن ڪي ظاهر ڪيو. ان حوالي سان مون جڏهن غور ڪيو تہ مون ڪي بہ لطيف جي بيتن ۾ بہ اڍائي هزار سال اڳ ٻوڌي ڪٿائن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ آيو. جنهن جو هڪ مثال هتي پيش ڪجي ٿو:

گوتم ٻُڌ جي شاگردن هڪ ڏينهن ڪائنس پڇيو "شاڪيہ مني، اسان جڏهن ڏورانهن هنڌن تي تبليغ لاءِ ويندا آهيون، تہ ڪي ماڻهو خدا ۽ انسان بابت عجيب و غريب ڳالهيون ڪندا آهن، اهي متضاد نظريہ ڇو آهن؟"

گوتم ٻُڌ تمثيلي انداز ۾ کين سمجهائيندي هڪ ڪٿا ٻڌائي: "هڪ هاٿي رستي تي مري ويو، سڄا ڏسي ڇئي رهيا هيا، تہ "هاءِ! هاءِ! ويچارو هاٿي مري ويو."

ان وقت ڇهہ انڌن جو بہ اتان گذر ٿيو. انهن جو ٻڌو، تہ انهن کي بہ دل ۾ حسرت پيدا ٿي تہ اهي بہ جيڪر هاٿي کي هٿ لائي اندازو ڪن، تہ هاٿي ڪيئن ٿيندو آهي. هو بہ هتوراڙيون ڏيندا هاٿي مٿان اچي بيٺا. جيڪو انڌو سندس پيرن ير ۾ ٿي بيٺو، تنهن هٿ لائيندي چيو، تہ " هاٿي ٿنين جيان ٿئي ٿو".

جنهن کي سونڊ هٿ آئي، ان رڙ ڪري چيو، تہ "نہ! هاٿي بانس جي لڪڙي جيان آهي".

ٽين کي پڇ هٿ آيو تہ ان چيو تہ "نہ! هاٿي تلهي رسي جيان ٿئي ٿو".

چوٿين جا هٿ ڏندن ۾ ڪتا، تہ ان انڪشاف ڪيو، تہ "نہ! هاٿي نيزن مثل آهي".

پنجين پنيءَ تي هٿ ڦيرائيندي وراڻيو، تہ "نہ! هاٿي وڏي ڪٽ جيان ٿئي ٿو".

ڇهين جا هٿ ڪنن ۾ پيا، ته هن ٻين تي ننول ڪندي چيو، ته”اڙي، مورڪئو! هاٿي ته ڇڄ وانگر هوندو آهي“.

۽ پوءِ ڇهه ئي انڌا پاڻ ۾ تڪرار ڪندي وڙهي پيا.

آخر ۾ گوتم ٻُڌ پنهنجن شاگردن کي نصيحت ڪندي چيو، ”جيستائين انسان پاڻ مشاهدو نه ٿو ماڻي، تيستائين اهو انڌن وارو تڪرار آهي“.

گوتم جي ان تمثيلي ڪهاڻي ٻڌائڻ کانپوءِ سيئي شاگرد مطمئن ٿي ويا.

اهائي ڪهاڻي سر ’ آسا‘ ۾ لطيف سائين منظوم انداز ۾ هيٺين ريت مختصر مگر جامع انداز ۾ بيان ڪئي آهي:

**مُئي هاٿي سين مامرو، اڇي پيو انڌن**
**مناڙين هٿن سين، اڪئين ڪين پسن**
**في الحقيقت فيل کي، سڄا سڃاڻن**
**سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.**

جيڪڏهن سنڌ جي صوفين جي ڪلام ۾، غواص ٿي گهرائي سان ٽٻي هڻي ڏسبو، ته معلوم ٿيندو ته ٻُڌ مت جا ڪيئي ماڻڪ موتي صوفيت جي سمونڊ ۾ سمائجي ويا آهن. تڏهن ته اسان جو صوفي عالم دوست ”ساغر ابڙو“ دعوىٰ سان چوندو آهي، ته ”سنڌ جي صوفي طريقت يا صوفي ازم جو رنگ جداگانه ۽ نرالو آهي.“

ٻُڌ مت جي بنيادي چاڻ تي مشتمل، ليکڪ مانواري ”ايس ڌميڪا“ جي ڪتاب ”ٻُڌ مت جا سنا سوال ۽ سنا جواب“، جو ترجمو منهنجي نندي ڀاءُ ”دُر محمد جان“ ان ڪري ڪيو آهي: ته جيئن اسان پنهنجي فڪري ورثي کي سمجهي

سگهئون، جيڪو نج اسان جي ڌرتي جو فڪر و فهم جو تسلسل رهيو آهي. موهن جي دڙي جي مهايوگي ڪان وٺي گوتم ٻڌ ۽ گوتم ڪان وٺي شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل، روحل، ٻيدل، وريل ۽ اڄوڪي سنڌ جي سمورن صوفي فقيرن سان سلهاڙيل آهي. اميد آهي، ته ان موضوع ۾ دلچسپي رکندڙ دوست ضرور حظ حاصل ڪندا ۽ پنهنجي وجايل ورثي کي پنهنجي ئي اندر ۾ ڳولهي لهڻ جي ڪوشش ڪندا.

آخر ۾ مشهور صوفي ڪهاڻي کي پيش ڪري پنهنجي ڳالهه ختم ڪجي ٿي، ته:

ڪنهن صوفيءَ ڪان پڇيو، ”الله ڪٿي آهي؟“

صوفي وراڻيو، ”اهو پٿرن جي اندر سمهي ٿو، ٻوٽن جي اندر خواب ڏسي ٿو، جانورن ۾ حرڪت پيدا ڪري ٿو ۽ انسانن اندر جاڳي پوي ٿو.“

چيلهہ چٻي تيل پوڙهي کي ڏسي تہ تڙپي اٿي ۽ پنهنجو پاڻ کان پڇڻ لڳي، تہ ”ڇا زندگي جو انجام ڏک آهي؟“

اهو ئي حساس پٽو کيس، 30 يا 35 سال تڙپائيندو ۽ لڇائيندو رهيو. آخر پنهنجي حساس پٽي کان مجبور ٿي، پيءُ، ماءُ، زال ۽ ٻار ڇڏي ، ’ڪپل وستوءَ‘ جي رنگ رتولن مان تن تنها ٻاهر نڪري پيو. جهر جهنگ رلندو رهيو، پڇندو رهيو، تہ ”ڏک جو علاج ڪهڙو آهي؟“

ڪنهن ودوان براهمڻ ٻڌايس تہ ”ان جو حل ويد ۽ پراڻ ۾ ڏنل آهي“. ويد ۽ پراڻ پڙهي ڏٺائين، ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيس.

ڪنهن اَوڌوتي يوگي چيس، ”حل جپ ۽ تپ ۾ آهي“. هن اهي سڀ ٽِڪا پنجا ڪري ڏٺا، پر لا حاصل.

ڪنهن اگهوري ساڌو ٻڌايس، ”انهن سڀني سوالن جا جواب گِهور تپسيا ۾ آهن“. پورا ڇهہ سال تن کي تسيا ڏئي تپسيا ڪندو رهيو، پر جواب ندارد. نيٺ سوال خود ڪرد ، جواب خود دارد جي تحت هڪ پپر جي وڻ هينان محڪم ارادي سان پلٿي ماري ويهي رهيو، تہ جيستائين ’سروم دکم دکم‘ ( زندگي ڏک ئي ڏک آهي) جو جواب نہ ملندو، نہ اٿندو.

آخرڪار ان نتيجي تي پهتو، تہ گهور تپسيا، پاڻ کي ايذائڻ، مالها جپڻ ، ڪتاب پڙهڻ حل ڪونهي.

جيئن ڪنهن ڪوي جي ڪوتا آهي، تہ:

**ٺاڪر پتر، مالا لڪڙ ، گنگا جمنا پاني؛**

**جب تڪ دل ۾ ساچ نه آوي، ساري ويد ڪهاني.**

هو ان نتيجي تي پهتو، تہ حل زندگي جي حقيقتن ۽ صداقتن کي سمجهڻ ۾ آهي. آخرڪار هن کي زندگي جون چار صداقتون سمجهہ ۾ آيون:

1 . زندگي ڏک ئي ڏک آهي.

2 . ڏکن جو سبب خواهشون آهن.
3 .خواهشن کي قابو ڪبو تہ ڏک گهٽبا.
4 . خواهشن کي قابو ڪرڻ لاءِ اٺ بنيادي اصول آهن :
(1) صحيح خيال (2) صحيح اراده (3) صحيح گفتار (4) صحيح عمل (5) صحيح رهڻي (6) صحيح ڪوشش (7) صحيح ساڃاهہ (8) صحيح ڌيان.

ٻُڌ نہ ديوتا جو تصور ڏنو، نہ خدا جو، نہ فرشتن جو، نہ جهنم جو، نہ جنت جو، نہ جزا جو، نہ سزا جو. هن سمجهايو، تہ سڀ ڪجهہ انسان جي اندر آهي. هرڪو جاڳي سگهي ٿو، جي منجهس جاڳڻ جي خواهش موجود آهي. دماغ کان ٻاهر ٻُڌ (روشن خيال) ڪونهي، ٻُڌ کان ٻاهر دماغ ڪونهي. شعور، لاشعور، تحت الشعور، نسلي شعور، ڪائناتي شعور سڀ دماغ جي اندر آهن.

دراصل ٻُڌ مت، گهڻن خدائن يا ديوتائن وارو مذهب نہ هيو ۽ نہ وري وحدانيت جو قائل هيو. دراصل هي زندگي کي سمجهڻ ۽ پاڻ سڃاڻڻ جو فلسفو هيو، جيڪو هڪ .ڏاهي کي ذهن جا ارتقائي مرحلا طئي ڪندي حاصل ٿيو هيو. پر حقيقت ۾ تہ ان جي پنيان برصغير جو طويل تهذيبي پس منظر هيو. جنهن جي تشريح موهن جي دڙي جي هڪ مُهر مان ڪري سگهجي ٿي.جيڪا.وڏي حوض جي پر مان 1928 ۾ لڌي وئي هئي. تنهن جي قدامت جو اندازو، ماهر آثار قديمہ 2350 ق_م جي لڳ ڀڳ ٻڌائين ٿا (اڄ کان اندازن ساڍا چار هزار سال اڳ). جنهن ۾ ڏيکاريل آهي، تہ هڪ شخص پلٿي ماريون سڱن جو تاج پهريون مول بند آسڻ ۾گيان ڌيان سان ويٺو آهي. جنهن جي چوڌاري هاٿي، شينهن، گينڊو ۽ سانهہ بيٺا آهن. ان جي هيٺان هڪ هرڻ جڻ تہ سامر آيل آهي. هن کي جان

مارشل، ’شو ديوتا‘ يا ’پشوپتي‘ سڏي ٿو. اها ساڳي تشريح سنڌي قديم ٻولي جو محقق محترم عطا محمد ڀنڀرو پنهنجي انگريزي ۾ لکيل ڪتاب ”انڊس اسڪرپٽ“ ۾ ٻه ڪري ٿو. پر مان ان ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي پنهنجو مفروضو پيش ڪيان ٿو ته، هيءَ مُهر اَن سنڌي مها يوگي جي ڏنل فلسفي جي باري ۾ هڪ مڪمل تشريح آهي، ته ’گيان ڌيان جي شڪتي آڏو شينهن، هاٿي، گينڊو ۽ سانهه جهڙين انساني جبلتن کي وس ۾ ڪري، نڀل جيون جي رکيا ڪري سگهجي ٿي‘. يا ٻين لفظن ۾ هيئن ٻه تشريح ڪري سگهجي ٿي، ته انساني ذهن ئي وڏو شڪتيوان ۽ ٻلوان آهي، جنهن جي صحيح استعمال سان انسان طاقتور جبلتن کي قابو ڪري، رحمان و رحيم [دياوان ۽ ٻاجهارو] ٿي سگهي ٿو.

جيڪڏهن برصغير جي ڌرمن جو تجزيو ڪيو وڃي، ته بنيادي طور تي ٿلهي ليکي ٻه ڌارائون نظر اينديون. هڪڙا اهي ڌرم جن ديوين ۽ ديوتائن يا آسماني قوتن کي ڇاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻيا اهي جن صرف انساني اخلاقيات ۽ ڌرتيءَ تي رهندڙ جيوت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. ان حوالي سان ٻن تحريڪن هڪ برهمڻ ۽ ٻي شرمڻ تحريڪ جو بنياد پيو. پوءِ هڪڙا آستڪ ۽ ٻيا ناستڪ سمجهيا ويا. هڪڙي ڌرم جو پايو وجهندڙ ’اندر ديوتا‘ هيو، جنهن جي علامت ’آڪاش‘ هيو. ٻيو ڌرم موهن جي دڙي جي ان مها يوگي ڏنو، جنهن جي علامت پرٿوي هئي. هڪڙي ڌرم کي مافوق الفطرت هستين کي مڃيندڙ براهمڻن ٽيتيهه هزار ديوين ۽ ديوتائن جي طابع ڪيو. انهن سين مان شڪتيشالي ديوي اگني (فنا) هئي. جنهن جو ذڪر جاءِ بجاءِ رگويد ۾ آيل آهي. ٻي ڌرم (جين ڌرم جي روايتن مطابق) جي پهرين رشڀ ناٿ يا آدي ناٿ (پهرين اڳواڻ) رحم ۽ شفقت جي انتها تائين پهچي عدم تشدد جو

بنياد رکيو، جنهن جي علامت ڏاند (صبر، شڪر ۽ محنت جي علامت) هئي. هڪڙي ڌرم ۾ ذات پات جي بنياد تي ”منو ڌرم شاستر“ لکيو ويو، پيڌ پاؤ ۽ انساني استحصال جي نظام کي حق بجانب ڄاڻايو ويو. ٻئي ۾ ”ٻوڌي ڪٿائن“ ذريعي پيد پاؤ ۽ هر قسم جي استحصال کي ننديو ويو ۽ ماڻهؤ کي ماڻهپي ۽ شرافت سان گذارڻ جي ڏاهپ ڏني وئي. ان جي تصديق ”جواهر لال نهرو“ پنهنجي ڪتاب ”هسٽري آف دي ورلڊ“ ۾ هينئن ڪري ٿو، ته ”جنهن وقت گوتم ٻُڌ پيدا ٿيو هيو، ته هندوستان ۾ قديم ويدڪ ڌرم جو دؤر هيو. ليڪن اهو گهڻو بدلجي چڪو هيو ۽ پنهنجي اصلي حالت کان گهڻو ڪريل هيو. برهمڻن هر طرح جي رسمن، پوڄائن ۽ وهمن کي عام ڪري ڇڏيو هو. ڇو ته جيترو پوڄائن جو عمل و دخل ٿي وڌيو، اوترو ئي برهمڻ جو پلو ڀرئي ٿيو. ذات پات جي بندش حد کان وڌيڪ سخت ٿي وئي. عام ماڻهو جهاڙ ڦوڪ، جن ڀوت ۽ سفلي علمن جا قائل ٿيندا پئي ويا. پنڊتن اهڙن ترڪيبن سان عوام کي پنهنجي هٿ وس ڪيو. برهمڻن ۽ ڪشترين ۾ رقابت وڌي وئي. ٻُڌ انهيءَ دؤران صلح جو پيامبر ٿي آيو“.

سچ ٻه اهو آهي، ته اهو گوتم ٻُڌ هيو، جنهن برهمڻن کي ٻبانگ دهل چيو، ته ” انسان برائي خود ڪري ٿو ۽ ان جو خراب نتيجو ڀوڳڻ ٻه ان جي ذميواري آهي. اهو خود ئي برائي کان ڪناره ڪش ٿي سگهي ٿو. پاڪيزگي ۽ نجاست ٻئي ذاتي صفتون آهن. ٻيو ڪير ٻه ڪنهن کي پاڪيزه نه ٿو ڪري سگهي“.

گوتم ٻُڌ جي حقيقت پسندي ان کان ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي، ته سندس آخري وقت ۾ مريدن ڪيس ديوتا ڪري پيش ڪرڻ شروع ڪيو، سندس هڪ پياري ڀڪشو ”آنند“

جڏهن سندس تعريف ۽ توصيف ڪندي چيو، تہ "مهاتما، مان پوري اعتماد ۽ يقين سان چوان ٿو تہ، نہ اوهان جهڙو ڪو پاڪباز اڳ هيو ۽ نہ وري ڪو ٿيندو. ڪو بہ ٻُڌيمان، براهمڻ، ودوان ۽ ڏاهو، اوهان جي عقل ۽ دانش ڪان مٿانهون ناهي".

اهو ٻڌي گوتم ڪائنس سوال ڪيس، "منهنجا، پيارا! مونکي ايڏي مان ڏيڻ جي مهرباني. پر تون اهو ٻڌاءِ، تہ ڇا ڏاهپ جي حوالي سان تون ماضيءَ جي سيني شخصيتن ڪان واقف آهين؟...ڇا توکي انهن جي فڪر ۽ دانش جي ڄاڻ آهي؟...ڇا توکي انهن جي رياضت ۽ محنت جي خبر آهي؟"

"نہ مهاتما، بالڪل نہ!"، آنند سچائي سان وراڻيو.

"ڇا تون مستقبل جي ڏاهن ۽ ودوانن کي ڄاڻي سڃاڻي ٿو، جو تون منهنجي انهن سان ڀيٽ ڪرين ٿو؟"

"نہ، مها آتما، نہ!"

"ڇا تون پنهنجو پاڻ کي ڄاڻي سڃاڻي ورتو آهي؟"

"نہ منهنجا سائين، مان ڪا دعويٰ نہ ٿو ڪري سگهان!"

"منهنجا ٻچا، ڏس! نہ اسان پنهنجن پهرين کي ۽ نہ ايندڙن کي ڄاڻون ٿا، ايستائين جو پنهنجي حال جي بہ پوري خبر ڪونهي، تہ پوءِ اهڙي خوشامد ڇا جي لاءِ ڪئي وڃي؟"

پوءِ ٻڌ پنهنجي پياري شاگرد، "آنند" کي درس ڏيندي نصيحت ڪئي، تہ "آنند! منهنجي زندگي ۾ يا مونکان پوءِ هرڪو پنهنجو پاڻ ۾ هڪ روشن چراغ آهي، ليڪن اوهان جي ذات اوهان جي ابدي پناهگاه ناهي. اوهان جي آخري پناهگاه سچائي جو دامن آهي، جنهن کي پڪڙڻ سان، اوهان کي ڪنهن ٻي جي ذات ۾ پناه وٺڻ جي ضرورت ئي ناهي. اوهان کي پنهنجي اندر جو روشن چراغ ئي بصيرت جي بلندين تي وٺي ويندو؛ مگر شرط اهو آهي، تہ اوهان کي علم جي جستجو ۽ تڙپ هجي".

گوتم ٻُڌ، پنهنجين انتم گهڙين ۾، پنهنجن ڀڪشوئن کي اها آخري نصيحت ڪئي هئي، ته”او ڀڪشؤ! هاڻي مونکي به فنا ٿيڻو آهي.پر اوهان شوق ۽ ذوق سان پنهنجي من جي سچائي جي جستجو جاري رکجو“.

پوءِ ان ٻُڌ جي نظريي، اڳتي هلي ”اشوڪ اعظم“جهڙي جابر شهنشاهه کي جهڪائي وڌو. هن جي زماني ۾ سڄي هند سنڌ، افغانستان، چين، وچ ايشيا ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ اهو مت ڦهلجي ويو، جنهن جو بنياد هيو، مسلسل سچائي جي تلاش ۽ جستجو. ”ڪشان“ بادشاهن جي دؤر ۾ سنڌ اندر شهر شهر، نگر نگر، ’وهار مندر‘ ٺهي ويا. سنڌ ۾ ان جي مقبوليت جو اندازو ان مان ڪجي ٿو ته مشهور چيني سياح ”هيونگ سانگ“ سنڌ ۽ هند گهمي ڏٺي هئي، تنهن لکيو ته ”سنڌ ۾ ڪيئي سنگهه ( سُنگ) موجود هيا. ڀڪشوئن جو تعداد ڏهه هزارن تائين هيو ۽ جڳهه جڳهه تي وهار مندر موجود هيا.“

هاڻي به ان بيان جي تصديق اهي آثار ڪن ٿا ، جيڪي سنڌ بلوچستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾پکڙيا پيا آهن. اهڙن ڪجهه آثارن جي ته مان به اکين ڏٺي شاهدي ڏئي سگهان ٿو، ويهارو سال اڳ لاڙڪاڻي ۾ جهڪر جي دڙي مٿان وهار مندر جڙيل هيو، جنهن جو هاڻي ڪجهه حصو وڃي بچيو آهي ۽ اهڙي طرح ٻيڙي چانڊيي جي اتر اولهه ۾ ’ننڊل جي دڙي‘ مٿان وهار مندر جڙيل هيو. جنهن کي ماڻهن ڊاهي، هاڻي مٿائنس علم ڪوڙي چڏيو آهي. اهڙي طرح موهن جي دڙي جي مٿان ٺهيل اسٽوپا وهار مندر اڃا اوچي ڳاٽ بيٺو آهي، جنهن کي عوام الناس طرفان ڊاهڻ جي ڀرپور ڪوشش جاري و ساري آهي. اهڙي طرح وهار مندرن جا آثار، برهمڻ آباد (شهداد پور)،

سڏيرڻ جو دڙو (ٽنڊو محمد خان)، مير رڪڻ جو ٿل (ٻانڊي)، ٻڌڪا ٽڪر (جهرڪ)، ڪاهو جو دڙو (ميرپور خاص)، مير رڪڻ (نواب شاھ)، وڏڙي چڪ (بدين) مليا آهن. اهي مندر عمومن 200ع کان 500ع تائين جا ٺهيل آهن. ان مان واضح ٿئي ٿو تہ ٻڌ ڌرم سنڌ ڌرتيءَ جو اهم ترين مذهب رهيو آهي. پر ان مت جي سنڌ مان ختم ٿي وڃڻ جا بہ ڪي سبب هيا. جيئن ڪمال کي زوال ايندو آهي، ائين ٻڌ مت سان بہ ٿيو.

هڪ تہ موريا گهراڻي ڪانپوءِ، چندر گپت جي دؤر ۾ براهمڻ راڄ اڀي ويو، جنهن ٻڌ ڌرم جي بيخ ڪني ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ٻڌن سان ناروا سلوڪ رکي ڪين هيسايو. ٻيو سبب سنڌ جي اندر راءِ گهراڻي جي حڪومت (499 _ 640) ڪانپوءِ براهمڻ چچ جو دؤر آيو، جنهن ٻڌ ڌرم سان تعلق رکندڙ قبيلن، خاص ڪري ميدن ۽ جتن سان سخت رويو اختيار ڪيو ۽ هندو ڌرم کي هٿي ڏني، جنهن جي ڪري ٻوڌين جا وهار مندر ويران ٿيندا ويا ۽ ٻوڌ مت جا سنگهہ ( جماعتون) بہ ڇڙ وڇڙ ٿي ويا. اهوئي سبب هيو، جو سنڌ جي ٻوڌين راجا ڏاهر جو ساٿ نہ ڏنو ۽ محمد بن قاسم آساني سان سنڌ ( 711_712) فتح ڪري ورتي. عربن جي اچڻ ڪانپوءِ پهريائين اسماعيلي بزرگن اسلام کي سنڌ اندر متعارف ڪرايو ۽ انهن کي ڪجهہ حد تائين ڪاميابي ٿي. پر جڏهن صوفي بزرگن پنهجي عدم تشدد ۽ صلح ڪل واري نظريہ کي متعارف ڪرايو، تہ عام ٻوڌين کي اهو نظريو پنهنجي مت جي بالڪل قريب تر لڳو ۽ هو آهستي آهستي ان نظريہ کي قبول ڪندا ضم ٿيندا ويا. ان ڪري واديءِ سنڌ صوفين جي پسنديده سرزمين بڻجي وئي، جو حسين بن منصور الحلاج جهڙو يگانو صوفي بہ آيو، تہ حضرت علي هجويري داتا گنج بخش، بابا فريد گنج شڪر، بهاوالدين ذڪريہ ملتاني ،

حضرت جلال الدين سرخ بخاري کان وٺي قلندر لال شهباز، شاه عنايت، شاه حسين، شاه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، بلها شاه، خواجہ فريد، بيدل وغيره جي بہ ابدي آرامگاه بڻي.

صوفي ازم جي حوالي سان، ايچ ٽي سورلي پنهنجي مشهور ڪتاب ”ڀٽ جو شاهہ“ ۾ شاه لطيف جي بيتن بابت پنهنجي راءِ ڏيندي چوي ٿو، تہ ”تصوف جي پيچيده تاريخ رسالي جي هر صفحي تي پڙهي سگهجي ٿي. اسان کي هتي پلوٽينس ۽ يونان جي هيلني فلسفي جو پڙاڏو ملندو، تہ هتي اسان کي اليگزينڊري عيسائيت سان گڏ هندستان جي ٻُڌ فلسفي ۽ ويدانتي فڪر جا اهڃاڻ بہ ملندا“.

ٻُڌ ڌرم جي حوالي سان ان جي تصديق سائين ”جي ايم سيد“ پنهنجي ڪتاب ”سنڌوءَ جي ساڃاهہ“ ۾ بہ ڪري ٿو ۽ مثال ڏئي سمجهائيندي ٻڌائي ٿو، تہ ” هن عالمگير مذهب بہ سنڌين جي زندگيءَ تي پنهنجا اثر ڇڏيا آهن. جيتوڻيڪ سنڌن اڪثريت مسلمان ٿي چڪي آهي. غور ڪري ڏسبو تہ سنڌ جي ڪن مخصوص درويشن، جهڙوڪ شاه عنايت، شاه لطيف، سچل سرمست، ۽ ٻين ٻُڌ ڌرم جي روشن پهلوئن مان گهڻو پرايو آهي. شاه لطيف جي ڪلام جي رپ، ڪاهوڙيءَ، بروي سنڌي، رامڪلي ۽ پرڀاتي سرن ۾ ان تعليم جا آثار ملن ٿا، مثلن :

سر رپ
( مقصد ۽ پرينءَ جي يادگيري ۾)

**گوندر گڏياس صحت نيم سڄڻين**
**مادر مارياس، قوڙائي پرين جي**

### سر ڪاهوڙي
(سچن فقيرن جو احوال)

ڏوٿي سا ڏورين، جا جوُءِ سُئي نہ ٻڌي
پاسا متي پاهڻين، ڪاهوڙي ڪوڙين
وڃا اُت ووڙين، جت نهايت ناهہ ڪا

### سر بروو سنڌي
(محبوب جي ياد ۾)

جڏهن پوي ياد، صحبت سپريان جي
فريادون فرياد، ناگهہ وڃن نڱيو

### سر رامڪلي
(جوڳين جو حال)

نوري ۽ ناري، جوڳيئڙا جهان ۾!
ٻري جن ٻاري، آءُ نہ جيئندي اُن ري!

### سر پورب
( مشرقي محبت)

متي راه روان ٿيا، پورب پوريائون
هيءُ گهر گهوريائون، آ ڳانديائون اڳيان

### سر پرڀاتي

صبوح جو سهاڳ، مڱڻهارن ماڻيو
ڏنائون ڏاتار کي، وڏيءَ وير ڏهاڳ
وس منهنجي ناهہ ڪا، سيڻن هٿ سهاڳ
پرينءَ سين پهاڳ،ماڻِ نماڻي نصيب ٿئي.

لاشڪ تہ، سائين جي ايم سيد پهريون محقق هيو، جنهن مثالن سان سنڌي صوفين جي ڪلام ۾ ”ٻڌ مت“ جي اثرن کي ظاهر ڪيو. ان حوالي سان مون جڏهن غور ڪيو تہ مون کي بہ لطيف جي بيتن ۾ بہ اڍائي هزار سال اڳ ٻوڌي ڪٿائن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ آيو. جنهن جو هڪ مثال هتي پيش ڪجي ٿو:

گوتم ٻُڌ جي شاگردن هڪ ڏينهن ڪائنس پڇيو ”شاڪيہ مني، اسان جڏهن ڏورانهن هنڌن تي تبليغ لاءِ ويندا آهيون، تہ ڪي ماڻهو خدا ۽ انسان بابت عجيب و غريب ڳالهيون ڪندا آهن، اهي متضاد نظريہ ڇو آهن؟“

گوتم ٻُڌ تمثيلي انداز ۾ کين سمجهائيندي هڪ ڪٿا ٻڌائي: ”هڪ هاٿي رستي تي مري ويو، سڄا ڏسي چئي رهيا هيا، تہ ”هاءِ! هاءِ! ويچارو هاٿي مري ويو.“

ان وقت ڇهہ انڌن جو بہ اتان گذر ٿيو. انهن جو ٻڌو، تہ انهن کي بہ دل ۾ حسرت پيدا ٿي تہ اهي بہ جيڪر هاٿي کي هٿ لائي اندازو ڪن، تہ هاٿي ڪيئن ٿيندو آهي. هو بہ هتوراڙيون ڏيندا هاٿي مٿان اچي بيٺا. جيڪو انڌو سندس پيرن پر ۾ ٿي بيٺو، تنهن هٿ لائيندي چيو، تہ ” هاٿي ٿنڀن جيان ٿئي ٿو“.

جنهن کي سونڊ هٿ آئي، ان رڙ ڪري چيو، تہ ”نہ! هاٿي بانس جي لڪڙي جيان آهي“.

ٽين کي پڇ هٿ آيو تہ ان چيو تہ ”نہ! هاٿي ٿلهي رسي جيان ٿئي ٿو“.

چوٿين جا هٿ ڏندن ۾ ڪتا، تہ ان انڪشاف ڪيو، تہ ”نہ! هاٿي نيزن مثل آهي“.

پنجين پنيءَ تي هٿ ڦيرائيندي وراڻيو، تہ ”نہ! هاٿي وڏي ڪٽ جيان ٿئي ٿو“.

ڇهين جا هٿ ڪنن ۾ پيا، تہ هن ٻين تي ننول ڪندي چيو، تہ”اڙي، مورکئو! هاٿي تہ ڇڄ وانگر هوندو آهي“.
۽ پوءِ ڇهہ ئي انڌا پاڻ ۾ تڪرار ڪندي وڙهي پيا.
آخر ۾ گوتم ٻُڌ پنهنجن شاگردن کي نصيحت ڪندي چيو، ”جيستائين انسان پاڻ مشاهدو نہ ٿو ماڻي، تيستائين اهو انڌن وارو تڪرار آهي“.
گوتم جي ان تمثيلي ڪهاڻي ٻڌائڻ ڪانپوءِ سيئي شاگرد مطمئن ٿي ويا.
اهائي ڪهاڻي سر ’ آسا‘ ۾ لطيف سائين منظوم انداز ۾ هينئين ريت مختصر مگر جامع انداز ۾ بيان ڪئي آهي:

**مُئي هاٿي سين مامرو، اچي پيو انڌن**
**مناڙين هٿن سين، اڪئين ڪين پسن**
**في الحقيقت فيل کي، سڄا سڃاڻن**
**سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.**

جيڪڏهن سنڌ جي صوفين جي ڪلام ۾، غواص ٿي گهرائي سان ٽٻي هڻي ڏسبو، تہ معلوم ٿيندو تہ ٻُڌ مت جا ڪيئي ماڻڪ موتي صوفيت جي سمونڊ ۾ سمائجي ويا آهن. تڏهن تہ اسان جو صوفي عالم دوست ”ساغر ابڙو“ دعوىٰ سان چوندو آهي، تہ ”سنڌ جي صوفي طريقت يا صوفي ازم جو رنگ جداگانہ ۽ نرالو آهي“.

ٻُڌ مت جي بنيادي ڄاڻ تي مشتمل، ليکڪ مانواري ”ايس ڌميڪا“ جي ڪتاب ”ٻُڌ مت جا سنا سوال ۽ سنا جواب“، جو ترجمو منهنجي ننڍي ڀاءُ ”دُر محمد جان“ ان ڪري ڪيو آهي؛ تہ جيئن اسان پنهنجي فڪري ورثي کي سمجهي

سگهئون، جيڪو نج اسان جي ڏرتي جو فڪر و فهم جو تسلسل رهيو آهي. موهن جي دڙي جي مهايوگي کان وٺي گوتم تائين ۽ گوتم کان وٺي شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل، روحل، بيدل، وريل ۽ اڄوڪي سنڌ جي سمورن صوفي فقيرن سان سلهاڙيل آهي. اميد آهي، ته ان موضوع ۾ دلچسپي رکندڙ دوست ضرور حظ حاصل ڪندا ۽ پنهنجي وجايل ورثي کي پنهنجي ئي اندر ۾ ڳولهي لهڻ جي ڪوشش ڪندا.

آخر ۾ مشهور صوفي ڪهاڻي کي پيش ڪري پنهنجي ڳالهه ختم ڪجي ٿي، ته:

ڪنهن صوفيءَ کان پڇيو، ”الله ڪٿي آهي؟“

صوفي وراڻيو، ”اهو پٿرن جي اندر سمهي ٿو، ٻوٽن جي اندر خواب ڏسي ٿو، جانورن ۾ حرڪت پيدا ڪري ٿو ۽ انسانن اندر جاڳي پوي ٿو.“

# دري 1- ٻُڌمَت ڇا آهي

| سوال 1.1 | ٻُڌمَت ڇا آهي؟ |
|---|---|

ٻُڌمت جو نالو هڪ اکر "ٻُڌي" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "جاڳائڻ". سو ٻُڌمت کي "جاڳرتا" (Awakening, Awareness, Enlightment) جو فلسفو چئي سگهجي ٿو.

هن فلسفي جي شروعات "سِڌارٿ گوتم" نالي هڪ ماڻهو جي زندگي جي تجربن مان ٿي، جيڪو ٻُڌا (گوتم ٻُڌ) سڏجي ٿو ۽ جنهن پاڻ 35 ورهين جي ڄمار ۾ جاڳرتا ماڻي.

ٻُڌمت هينئر 2500 ورهيه پراڻو ٿي چڪو آهي ۽ دنيا ۾ لڳ ڀڳ 30 ڪروڙ پوئلڳ رکي ٿو. اٽڪل 100 ورهيه اڳ تائين، ٻُڌمت مکيا طور تي هڪ ايشيائي فلسفو هيو. پر هاڻي هن فلسفي جا مڃيندڙ يورپ، آسٽريليا ۽ آمريڪا ۾ پڻ وڌي رهيا آهن.

| سوال 1.2 | سو ٻُڌمَت رڳو هڪ فلسفو آهي؟ |
|---|---|

"فلاسافي" جو اکر ٻن اکرن منجهان نهي ٿو. "فلو" (Philo) جنهن جي معنا آهي "پيار يا پريت" ۽ "سوفيا" (Sophia) جنهن جي معنا آهي "ڏاهپ". سو فلسفي جي معنا آهي "ڏاهپ سان پريت" يا "پريت ۽ ڏاهپ". ٻئي معنائون ٻُڌمت کي ڀرپور طريقي سان بيان ڪن ٿيون.

ٻُڌمت سيکاري ٿو تہ اسان کي پنهنجي سمجهڻ جي صلاحيت کي پوري پوري حد تائين وڌائڻ گهرجي تہ جيئن اسان هر شيءِ کي صاف صاف سمجهي ۽ پروڙي سگهون. ٻُڌمت اهو پڻ سيکاري ٿو تہ پريت ۽ ٻاجهہ (Love & Compassion) يعني پيار ۽ رحم واري جذبي کي ترقي وٺرائڻ گهرجي تہ جيئن اسان سڀني ساهوارن ۽ ٻي ساهن جا دوست بڻجي سگهون.

سو ٻُڌمت برابر هڪ فلسفو آهي، پر رڳو هڪ عام فلسفو ناهي. اهو هڪ اُتم (Supreme, Noble) فلسفو آهي.

| سوال 1.3 | ٻُڌا ڪير هيو؟ |
|---|---|

سن 563 ق-م ۾، اتر ڀارت جي هڪ راجائي گهراڻي ۾ هڪ ڇوڪرو ڄائو. هو دولت ۽ عيش جي وچ ۾ وڏي وڏو ٿيو. پر نيٺ هن اهو وڃي ڄاتو تہ دنياوي سُک ۽ سهولتون اندر جي خوشيءَ جي ضمانت ناهن.

هن جي چوڌاري وسندڙ ماڻهن کي ملندڙ ڏکن، هن کي اندران ئي اندران ڏوڏي ڇڏيو هو. هن پڪو پهہ ڪيو تہ هو ماڻهو جي خوشي جو راز ڳولي لهندو.

جڏهن هو 29 ورهن جو ٿيو تہ هن پنهنجي گهرواري ۽ پٽ کي رات وچ ۾ ڇڏي ڪري، پيرين پنڌ، وقت جي وڏن ڄاڻوڪارن جي پويان ساڃاهہ (Mindfulness, Understanding) حاصل ڪرڻ لاءِ نڪري پيو.

انهن ڄاڻوڪارن هن (ٻُڌا) کي گهڻو ڪجهہ سيکاريو، پر انهن وٽ اها حقيقي ڄاڻ نہ هئي تہ ”ماڻهوءَ جي ڏکن جو ڪارڻ ڇا آهي ۽ انهن ڏکن مان جند آجي ڪرڻ جو اپاءُ ڪهڙو آهي“.

نيٺ ويندي 6 ورهن جي پڙهائي ۽ ڌيانڪاري (Meditation, Concentration of Mind) ڪانپوءِ هن کي هڪ اهڙو انوکو تجربو ٿيو جنهن ۾ هن جي اڻڄاڻائي هڪدم ختم ٿي وئي ۽ اوچتو ئي اوچتو هن کي هر شيءِ سمجهه ۾ اچي وئي.

تنهن ڏهاڙي کان وٺي هن کي "ٻُڌا" يعني هڪ "جاڳرتا ماڻيندڙ" (The Awankened, Enlightened One) سڏيو ويو وڃي ٿو. هن کي جيئدان جا 45 ورهيه ٻيا به مليا، جنهن ۾ هن سڄي اتر ڀارت جو سفر ڪيو ۽ ٻين ماڻهن کي اهو ڪجهه سيکاريو جو هن ڳولي لڌو هيو. هن جي ٻاجهه (Compassion) ۽ ڌيرج (Patience) مثالي هيا ۽ هزارين ماڻهو هن جا پوئلڳ بڻيا.

پنهنجي 80 هين ورهيه ۾، پوڙهو ۽ اَسگهو (Week, Feeble) پر پوءِ به سَرهو ۽ شانت، هن جو موت ٿيو.

| سوال 1.4 | ڇا اها ٻُڌا جي غيرذميواري ناهي جو هو پنهنجي زال ۽ ٻار کي ڇڏي هليو ويو؟ |
|---|---|

پنهنجي آکهه کي ڇڏي هليو وڃڻ، گوتم ٻُڌ لاءِ ڪا سولي ڳالهه نه هوندي. ڇڏڻ کان پهريان هُو ڪوڙ وقت تائين گهبرايو ۽ پريشان ٿيو هوندو. پر هن کي چونڊ ڪرڻي هئي: پاڻ کي پنهنجي آکهه جي حوالي ڪريان يا سڄي دنيا جي حوالي ڪريان! آخرڪار، هن جي دل ۾ موجود مها ٻاجهه (Great Compassion)، هن کي دنيا جي حوالي ڪيو ۽ سڄي دنيا هن جي قرباني مان فائدو وٺي رهي آهي. اها غير ذميداري نه هئي، پر شايد اها هڪ تمام وڏي قرباني هئي.

| سوال 1.5 | ٻُڌا ته مُئل آهي، سو ڪيئن اسان جي مدد ڪندو؟ |
|---|---|

فيرادي جنهن بجلي ڳولي لڌي، سو مئل آهي، پر هن جي کوجنا (Invention, Research) اڄ به اسان جي مددگار آهي.

لوئس پاسچر جنهن ڪيترين ئي بيمارين جا علاج ڳولي لڌا، سو مئل آهي، پر هن جون طبي کوجنائون اڄ به جيئدان بچائن ٿيون.

ليونارڊو ڊاونچي جنهن اتم چتر (Art, Painting) تخليق ڪيا، سو مئل آهي، پر هن جون چترڪاريون اڄ به اندر کي اُيارُ ۽ سَرهائي ڏين ٿيون.

اتمرءِ سورهيه ماڻهن کي مُئي سوين ورهيه ٿي سگهن ٿا، پر انهن جا عمل، حاصلاتون ۽ ڪارناما پڙهندي، اسان ۾ اڄ به انهن وانگر ڪري ڏيکارڻ لاءِ ولولو پيدا ٿئي ٿو.

ها ٻُڌا به مري چڪو آهي، پر 2500 ورهن کانپوءِ به سندس سيکارڻيون (Teachings, Trainings) ماڻهن جي مدد ڪن ٿيون. هن جو مثال ماڻهن ۾ ولولو پيدا ڪري ٿو، هن جا چيل لفظ ماڻهن جي زندگي ئي تبديل ڪري ٿا ڇڏين.

رڳو ڪو ٻُڌا ئي، پنهنجي موت جي صدين کانپوءِ به ، اهڙي سگهه جو ڏٽي ٿي سگهي ٿو.

| سوال 1.6 | ڇا ٻُڌا هڪ خدا هيو؟ |
|---|---|

نه، هو خُدا نه هيو. هن ڪڏهن به خدا هجڻ جي، خدا جي پٽ هجڻ جي يا وري ڪنهن خدا جي نياپيڪار (Messenger) هجڻ جي دعوا نه ڪئي.

هو هڪ ماڻهو هيو، جنهن پاڻ کي جاڳرتا ماڻي سُڌاريو ۽ اسان کي سيکاريو ته جيڪڏهن اسان به هن جي مثال تي

هلنداسين، تہ اسان بہ هن وانگي جاڳرتا ماڻي سُڌري سگهنداسين.

| سوال 1.7 | جيڪڏهن ٻُڌا خدا ناهي، تہ پوءِ ماڻهو هن کي ڇو تا پوڄين؟ |
|---|---|

پوڄا جا ڪيترا ئي قسم هجن ٿا.

جڏهن ڪو ماڻهو خدا کي پوڄي ٿو تہ اهو [ماڻهو] خدا کي ساراهي ٿو؛ قرباني ڪري پنهنجي لاءِ [خدا کان] رعايتون گهري ٿو؛ اهو عقيدو رکندي تہ خدا انهن [ماڻهن] جي ڪيل ساراہ ٻُڌندو؛ سندن ڏنل قرباني اگهائيندو؛ ۽ انهن جي ڪيل پوڄا ورنائيندو (Reply, Respond). ٻُڌ متي اهڙي قسم جي پوڄا نہ تا ڪن.

پوڄا جو ٻيو قسم اهو آهي ، جڏهن اسان ڪنهن [بہ شيءِ] کي مانُ ڏيون ٿا، ڪنهنجي [سٺن ڪمن جي] ساراہ ڪريون ٿا.

جڏهن ڪو استاد ڪلاس جي ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو تہ اسان [ادب وچان] اٿي بيهون ٿا. ڪنهن مانائتي ماڻهو جو آڌرڀاءُ ڪريون ٿا، يا وري وطني تراني وڄڻ وقت سلام ڪريون ٿا.

پوڄا يا مان ڏيڻ وارا اهي سڀ اهڃاڻ، ڪنهن خاص ماڻهو يا شيءِ لاءِ، اسان جي پاران عزت ڏيڻ جو پڌراءُ (Expression, Exposure) هجن ٿا. هي آهي پوڄا جو اهو قسم جنهن تي ٻُڌ ڌرمي عمل ڪن ٿا.

♦ ٻُڌا جي اها مورتي: جنهن ۾ سندس هٿ جهولي ۾ رکيل ۽ منهن تي ٻاجهاري مُرڪ آهي؛ سا اسان کي ياد ڏياري ٿي تہ اسان پنهنجي اندر ۾ پريت ۽ شانتي وڌائڻ لاءِ پتوڙ (Effort) ڪريون.

♦ [ٻُڌمتي مندر ۾] عطر جي سرهاڻ اسان کي اخلاق جي سدا موجود اثر جي ياد ڏياري ٿي.
♦ ڏيئي جي لاٽ، ڄاڻ جي سوجهري جي ياد ڏياري ٿي ۽ سُٽَڪُ مُرجهائيندڙ گل،انت (موت) جي اٽتر هجڻ جي ياد ڏيارين ٿا.
♦ جيڪڏهن اسان [ٻُڌا جي مورتي آڏو] جهڪون ٿا ته ٻُڌا کي ماڻ ڏيڻ لاءِ؛ جو هن اسان کي اهڙي سکيا (نصيحت) ڏني. اها ئي آهي ٻُڌ متي پوڄا جي حقيقت.

| سوال 1.8 | پر مون ماڻهن کي چوندي ٻُڌو آهي ته ٻُڌمتي بتن کي پوڄين ٿا؟ |
|---|---|

اهڙا بيان انهن ماڻهن جون غلط فهميون آهن جيڪي پاڻ انهن کي گهڙن ٿا.
ڊڪشنري جي سمجهاڻي مطابق ”بت“ اها شيءِ آهي جنهن جي ”مورت (Picture) يا مورتي (Statue) کي خدا طور پوڄيو وڃي“. پر جيئن اسان ڏسون ٿا ته ٻُڌ متي جڏهن ٻُڌا کي ئي خدا نه ٿا سمجهن، سي ڪيئن ڌاتو يا ڪاٺي جي هڪ ٽڪري کي خدا ڪري مڃيندا؟

سيئي ڌرم پنهنجي پنهنجي ويچارن کي پڌرو ڪرڻ لاءِ ڪي اهڃاڻ ڪتب آڻن ٿا. تائو ڌرم ۾ ”ينگ يانگ“ جو خاڪو مخالفن جي وچ ۾ جڙاءَ / ٺاهه جو نشان آهي.
سک ڌرم ۾ تلوار، روحاني ڪوشش جو هڪ اهڃاڻ آهي.
عيسائيت ۾ مڃي کي حضرت عيسا (Christ) جي موجودگي ۽ منڌيئڙي (Cross, Shape or Symobol of Cross) کي قرباني جي نشاني طور ڪتب آندو ويندو آهي.

۽ ٻُڌ ڌرم منجهہ ٻُڌا جي مورتي، اسان کي ٻُڌا جي سيکارٽين جي اندر، ماڻهو جي اهميت جي ياد ڏياري ٿي؛ انهي حقيقت کي تہ ٻُڌ مت جو وچول- ٽبڪو (Central Point) ماڻهو آهي، ڪوئي خدا ناهي؛ تہ ساڃاهہ ۽ ڪامليت (Completeness) کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي پنهنجي اندر نهارڻ گهرجي، پاڻ کان ٻاهر نہ.

ٻُڌمتين لاءِ اهو چوڻ تہ هو بتن کي پوڄين ٿا هڪ اهڙي بي سمجهي آهي جيئن عيسائين لاءِ چئجي تہ هو ميڇي ۽ منڌيئڙي کي پوڄين ٿا.

| سوال 1.9 | ٻُڌمتي مندرن ۾ ماڻهو ڪيترن ئي قسمن جا عجيب غريب ڪم ڇو ٿا ڪن؟ |
|---|---|

اسان کي ڪيترين ئي شيون عجيب لڳن ٿيون، جڏهن اسان انهن کي سمجهي نٿا سگهون. اهڙين شين کي عجيب چئي ڪري رد ڪرڻ بدران، اسان کي انهن جو مطلب ڳولڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

جيتوڻيڪ اهو سچ آهي تہ ٻُڌمتين جا ڪي عمل، ٻُڌا جي سيکارٽين جي بدران، ڪنهن غلط فهمي يا وهمپرستي مان شروع ٿيل آهن. ۽ اهڙيون غلط فهميون ۽ وهم پرستيون، نہ رڳو ٻُڌ ڌرم ۾ ملن ٿيون؛ پر هر ڌرم ۾ وقت گذرڻ سان گڏ گِهري اچن ٿيون.
ٻُڌا پوري تفصيل ۽ چٽائي سان سيکاريو ۽ سمجهايو. پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو چڱي ريت سمجهي نہ سگهيو تہ ان ۾ ٻُڌا جي غلطي ناهي.

ٻُڌمتي لکتن ۾ هڪ چوڻي آهي تہ :-

”جيڪڏهن ڪو ماڻهو ويج (Doctor) جي هوندي به دوا نه تو ڪرائي ته ان ۾ ويج جي ڪا غلطي ناهي. بلڪل ساڳي ريت ، جڏهن ڪو گناهن ۽ غلط ڪارين ۾ ورتل ماڻهو، ٻُڌا جي مدد نه تو وٺي ته اها ٻُڌا جي غلطي ناهي.“

ٻُڌ مت يا ڪنهن به ٻي ڌرم ڪي اهڙن ماڻهن جي [ڪردار جي] آڌار تي نه پرکڻ گهرجي جن جا ذاتي عمل نيڪ ناهن.
جيڪڏهن توهان ٻُڌا جي سيکارٽين کي سمجهڻ چاهيو ٿا ته ٻُڌا جا پنهنجا لفظ پڙهو يا وري انهن ماڻهن سان ڳالهايو جيڪي انهن لفظن کي چڱي ريت سمجهن ٿا.

| سوال 1.10 | ڇا ٻُڌمت ۾ به ڪرسمس جهڙو ڪو ڏڻ (Religious or Celebration Day) آهي؟ |
|---|---|

تاريخي روايتن مطابق، ٻُڌا جو جنم، ٻُڌا جي منزل تي پهچڻ ۽ گذاري وڃڻ، هندي سال جي ٻي مهيني ’ويساڪ‘ جي 14 واري چنڊ تي ٿيو. ويساڪ جو مهينو الهندي (يورپي) ڪيليندر جي اپريل- مئي مهينن سان ملي ٿو. سڄي دنيا جا ٻُڌمتي اهو ڏڻ [عيد] ملهائيندا آهن. انهي ڏينهن تي ڪي ماڻهو مندرن ۾ وڃن ٿا، ڪي ميلا ملاکڙا ڪن ٿا ته ڪي وري اهو ڏينهن ڏيانڪاري ۾ گذارن ٿا.

| سوال 1.11 | جيڪڏهن ٻُڌمت ايڏو ئي پلو آهي ته پوءِ ڪجهه ٻُڌمتي ملڪ ايڏا غريب ڇو آهن؟ |
|---|---|

جيڪڏهن غريب جو مطلب مالي ريت غريب هجڻ آهي ته پوءِ اهو سچ آهي ته ڪجهه ٻُڌمتي ملڪ غريب آهن. پر جيڪڏهن غريب جو مطلب زندگي جي گڻن (Qualities) جو غريب هجڻ آهي ته پوءِ شايد ڪجهه ٻُڌمتي ملڪ تمام گهڻا آسودا آهن.

مثال طور آمريڪا هڪ مالي ريت آسودو ۽ سگهارو ملڪ آهي، پر سماجي ڏوهن واري ماهري ۾، دنيا منجهه وڏيڪ ڏوهن ڏيندڙ ملڪن مان هڪ آهي. لڪين پوڙها ماڻهو پنهنجي اولاد جي هٿان نظرانداز ٿيندي اڪيلائي جي عالم ۾ "پوڙها سنڀال گهرن" (Old People Homes) ۾ مري وڃن ٿا. گهريلو ڏاڍايون، ٻارڙن تي ظلم ۽ نشي جو واپراءُ وڏو مسئلو بڻيل آهي. ٽن ويهانون مان هڪ ويهانوَ جي پڇاڙي طلاق تي ٿئي ٿي. ڏوڪڙن ۾ آسودا [ملڪ] پر زندگي جي گڻن ۾ شايد ڪنگال.

هاڻي جيڪڏهن ڪجهه روايتي ٻُڌمتي ملڪن کي ڏسندا ته توهان کي مختلف تصوير ڏسڻ ۾ ايندي.
پيءُ ماءُ کي پنهنجي اولاد جي پاران عزت ۽ مانُ ملي ٿو. ڏوهن جي هُوندَ ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهي. آپگهات ۽ طلاق جو انگ تمام گهٽ آهي. جڏهن ته روايتي قدر سگهارا آهن، جهڙوڪ:- نرم سڀاءُ، ديا (سخاوت)، پرڏيهين جو خيال ڪرڻ، ٻين لاءِ عزت ۽ درگذر. مالي ريت پوئتي پيل پر آمريڪا جهڙن ملڪن جي ڀيٽ ۾ زندگي جي گڻن سان مالامال.

ان هوندي به جيڪڏهن اسان دنيا جي ملڪن جي مالي ريت ڀيٽ ڪري ڏسون ته جاپان دنيا جي آسودي ملڪن مان هڪ آهي جتان جي ماڻهن جو هڪ وڏو ڀاڱو پاڻ کي ٻُڌمتي سڏرائي ٿو.

| سوال 1.12 | ائين ڇو آهي ته توهان ٻُڌمتين هٿان کوخيراتي ڪم ٿيندي نه ٿا ٻُڌو؟ |
|---|---|

اهو شايد ان ڪري آهي جو ٻُڌمتين کي پنهنجن سٺن ڪمن کي پڌائڻ جي گهرج محسوس نه ٿي ٿئي.

ڪيترا سال اڳ هڪ جاپاني ٻڌمتي اڱواڻ ’نڪو نروانو‘ کي ڌرمن جي وچ ۾ ڀائيچاري وڌائڻ لاءِ ’ٽيمپلٽن انعام‘ مليو هو.

اهڙي ريت هڪ ٿائي ٻڌمتي ڀڪشو کي ’نشئي مريضن‘ لاءِ ڪم ڪرڻ جي ڪري هڪ وڏي حيثيت رکندڙ ”مگسيسي انعام“ (ٿائليند جو شاهي انعام) ڏنو ويو.

1987 ۾ هڪ ٻي ٿائي ڀڪشو مانوارو ’ڪنتيپيوات‘ کي ڀهراڙي جي بي گهر ٻارن لاءِ ڪيترن ئي ورهن کان لاڳيتو ڪم ڪرڻ لاءِ ناروي ملڪ جو ”ٻارن جو امن انعام“ مليو.

ڀارت جي اندر غريب ماڻهن جي لاءِ سماجي سيوا ڪندڙ ان ’الهندي ٻڌمتي تنظيم‘ لاءِ ڇا ته چئجي! انهن اسڪول ٺاهيا آهن، ٻارن جي سنڀال جا مرڪز، اسپتالون ۽ روزگار جا ننڍا ننڍا مرڪز کوليا آهن.

ٻڌمتي، ٻين ڌرمن جي ماڻهن وانگر، ڪنهنجي مدد ڪرڻ کي هڪ ڌرمي ڪم سمجهن ٿا. پر هو اهو پڻ سمجهن ٿا ته اهو ڪم پاڻ پڌائڻ کانسواءِ چُپ چُپات ۾ ڪرڻ گهرجي.

| سوال 1.13 | ٻڌمت جا ايترا گهڻا ۽ مختلف فرقا ڇو آهن؟ |
|---|---|

کنڊ جا ڪيترائي قسم آهن: ناسي کنڊ، اڇي کنڊ، مصري کنڊ، شربتي کنڊ، پر اها سڀ کنڊ آهي ۽ سواد ۾ مٺي آهي. کنڊ مختلف شڪلين ۾ ٺاهي وڃي ٿي ته جيئن اها مختلف استعمالن ۾ اچي سگهي.

ٻڌمت ٻه ائين آهي: ٿيراوادا ٻڌمت، زين ٻڌمت، پاڪ ڌرتي ٻڌمت، يوگاڪارا ٻڌمت ۽ وجرايانا ٻڌمت. پر اهي سڀ ٻڌا

جون سيڪارٽيون آهن، انهن سيني جو سواد ساڳو آهي ؛ آجپي جو سواد.

ٻُڌمتِ مختلف شڪلين ۾ ڦُٽني نڪتو آهي تہ جيئن اهو انهن مختلف لوڪ ريتين (Folk Traditions, Cultures) سان ٺهڪي هلي جن [سماجن] جي اندر اهو وجود رکي ٿو. ٻُڌمت جي گذرندڙ صدين سان گڏ، وري وري اپٽار ٿيندي رهي آهي تہ جيئن اهو نون پيڙهين (Generations) سان واسطيدار رهي سگهي.

ٻُڌمتِ جا فرقا پاهران تہ مختلف ڏيکارجن ٿا، پر انهن سيني جي وچول (Centrum) ۾ 'چار اتم سچ' (Four Noble Truths) ۽ 'انوٽي سوني واٽ' (Eightfold Golden Path) ئي آهن.

ٻُڌمتِ سميت، دنيا جا سڀ وڏا ڌرم فرقن ۾ ورهايل آهن. پر ٻينِ ڌرمن ۽ ٻُڌمت ۾ شايد اهو فرق آهي تہ ٻُڌمت جا مختلف فرقا سدائين ڪان هڪٻئي سان روادار ۽ دوست رهندا آيا آهن.

| | |
|---|---|
| سوال 1.14 | **توهان ٻُڌمَت کي وڏي ڳالهہ سمجهو ٿا. منهنجي خيال ۾توهان ٻُڌمَت کي ئي هڪ صحيح ڌرم ۽ ٻين سيني کي غلط سمجهو ٿا؟** |

ڪو بہ ٻُڌمتي جيڪو ٻُڌا جي سيکارٽين کي سمجهي ٿو، اهو ائينِ نہ ٿو سوچي تہ ٻيا ڌرم غلط آهن.

ڪو بہ [ڌرمي] ماڻهو جنهن ٻين جي ڌرمن کي سمجهڻ لاءِ صحيح ڪوششون ورتيون آهن، سو پڻ اهڙي سوچ نہ ٿو رکي سگهي.

مختلف ڌرمن کي پڙهندي جيڪا ڳالهه سڀ کان پهريون توهان جي ڌيان ۾ ايندي سا اها آهي ته انهن سڀني ۾ ڪيتري نه هڪجهڙائي آهي.

سڀ ڌرم اهو مڃن ٿا ته ماڻهن جي هاڻوڪي حالت ٺيڪ ناهي. سڀ مڃن ٿا ته جيڪڏهن ماڻهن جي ان حالت کي ٺيڪ ڪرڻو آهي،ته پوءِ سندن ورتاءَ (Behaviour) ۽ سڀاءُ (Attitude) کي مَٽائڻو پوندو. سڀ اهڙي اخلاقيات سيکارين ٿا جنهن ۾ پريت، ٻاجهه، سخاوت ۽ سماجي ذميواري شامل آهن. ڪنهن 'اٽمِٽ وجود' جي هجڻ کي ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ سڀ ڌرم مڃين ٿا.

انهن سڀني شين کي بيان ڪرڻ ۽ ڪولي سمجهائڻ لاءِ اهي ڌار ڌار ٻوليون، نالا ۽ اهڃاڻ استعمال ڪن ٿا. پر جڏهن ڪو ماڻهو سوڙهي سوچ رکندي، هر شيءِ کي رڳو پنهنجي ئي طريقي سان ڏسي ٿو ته پوءِ ئي اٽسهپ، فخر، ۽ 'مان صحيح جهڙا مامرا اڀرن ٿا.

تصور ڪريو ته هڪ انگريز، هڪ فرانسي، هڪ چيني ۽ هڪ انڊونيشيائي هڪ ڪوپ کي ڏسن ٿا.

انگريز چوي ٿو "هي ڪپ آهي".

فرانسي وراڻي ٿو "نه هي هڪ ٽسي آهي".

تنهن ڪانپوءِ چيني ٿو چوي "توهان ٻئي غلط آهيو. هي هڪ ٻِي آهي".

آخر ۾ انڊونيشيائي ٻين تي کلندي چوڻ لڳي ٿو "ڪيترا نه چسا آهيو، هي ڪاوان آهي".

انگريز پنهنجي ڊڪشنري کڻي ٻين کي ڏيکاريندي چوي ٿو "مان ثابت ڪري سگهان ٿو هي ڪپ آهي. منهنجي ڊڪشنري ائين ئي چوي ٿي".

”تہ پوءِ تنھنجي ڊڪشنري غلط آھي“ فرانسي چوي ٿو،
”چو تہ منھنجي ڊڪشنري چئو چوي ٿي تہ اھو تسي آھي“.
چيني انھن کي ٽوڪي ٿو، ”منھنجي ڊڪشنري توھان وارين کان ھزارين ورھ اڳي جي آھي. تنھن ڪري منھنجي ڊڪشنري صحيح ھجڻ کپي. ۽ وڌي ڳالھہ تہ ٻين سيني ٻولين جي ڀيٽ ۾ چيني ڳالھائڻ وارا گھڻا آھن، تنھن ڪري ھن کي پڇي ٿي چوڻ گھرجي“.

جڏھن اھي سڀ ھڪٻئي سان بحث ۽ وٺ سٽ ۾ لڳا پيا آھن تہ ھڪ ٻيو ماڻھو اچي ان ڪوپ مان پيئي ٿو. پيئڻ کانپوءِ انھن کي چوي ٿو ”توھان ھن کي ڪپ، تسي، پڇي يا ڪاوان چئو، ھي پاڻي وجھڻ لاءِ ٺھيو آھي تہ جيئن ھن منجھان پي سگھجي. اجايو جھڳ جھڳان ڪرڻ ڇڏيو ۽ پيئو. وٺ وٺان ڇڏيو ۽ پنھنجي اڃ اجھايو“.
ٻُڌمتين جو ٻين ڌرمن ڏانھن اھوئي رويو آھي.

| سوال 1.15 | ڪن ماڻھن جو چوڻ آھي تہ ”حقيقت ۾ سڀ ڌرم ساڳي ڳالھہ آھن“. ڇا توھان انھن سان سھمت آھيو؟ |
|---|---|

ڌرم ھڪ ڳُوڙھو (Complicated, Densely filled) ۽ وڏ ويڪرو لَڪاءُ (Phenomenon) آھي، جنھن کي ڪنھن ھڪڙي نِنڊڙي ۽ اجري بيان يا واکاڻ (Definition, Description, Praise) ۾ بند نٿو ڪري سگھجي. بھرحال ڪو ٻُڌمتي چئي سگھي ٿو تہ اھڙو بيان سچ ۽ ڪوڙ کي ڪولي سمجھائڻ بابت ھجي ٿو.

ٻُڌمت سيڪاري ٿو تہ ڪنھن خدا يا ديوتا جو وجود ناھي، جڏھن تہ عيسائيت ۽ ٻيا ڪيئي وڏا وڏا ڌرم چون ٿا تہ اھو

آهي. منهنجي خيال ۾ تہ ٻُڌمت ۽ ٻين ڌرمن منجهہ اهو هڪ تمام وڏو ۽ اهم فرق آهي.

بهرحال بائيبل جو هڪ سهڻو بيان هيئن چوي ٿو:

”جيڪڏهن مان، ماڻهن ۽ ملائڪن جي زباني ڳالهايان، جنهن ۾ ڪو پيار نہ هجي، تہ پوءِ مان هڪ گوڙ ڪندڙ گهنڊ يا ٽڪي وڄندڙ ٿالهہ وانگي آهيان.

جيڪڏهن مون ڪي، خدائي نياپيڪار واري سوکڙي مليل هجي، ۽ هر قسم جي ڄاڻ ۽ راز کي پروڙي سگهان، ۽ جيڪڏهن منهنجو عقيدو اهڙو سگهارو هجي جو اهو جبل کي ڌوڏي سگهي، پر مون وٽ ڪو پيار نہ هجي، تہ مان ڪجهہ بہ ناهيان.

جيڪڏهن مان، پنهنجو سڀ ڪجهہ غريبن کي ڏئي ڇڏيان، توڙي جو پنهنجي جان بہ باهہ جي حوالي ڪري ڇڏيان، پر جي مون وٽ پيار ناهي تہ مونکي ڪجهہ بہ هٿ حاصل ناهي.

پيار، ڌيرجوان (Patient) آهي، پيار ٻاجهارو (Compassionate) آهي. اهو (پيار) ڪنهن کي ڏڪائي نٿو، پاڻ کي پڏائي نٿو، وڏائي نٿو ڪري. پيار کهرو ناهي، پاڻ مطلبي ناهي، اهو ڪاوڙجي نٿو، اهو [ڪنهنجي] غلطين کي ياد نٿو رکي. پيار برائي ۾ نٿو پلجي، پر سچ مان سرور وني ٿو. اهو سدائين بچاءُ ڪري ٿو، ڀروسو رکي ٿو ۽ سنڀال رکي ٿو“.

ٻُڌمت بلڪل اهوئي سيکاري ٿو –

تہ دل جو گڻ وڌيڪ اهم آهي: اسان کي مليل غيبي سگهہ کان، اسان جي عقيدي جي پختگي کان ۽ ٻين اهڙين وڏين وڏين ڳالهين کان.

جڏهن ڌرمي ويچارن ۽ نظرين جي ڳالهہ اچي ٿي تہ اتي ٻُڌمت ۽ عيسائيت ۾ فرق اچي ٿو. پر جڏهن ڳالهہ اچي ٿي دل جي گڻن جي، اخلاقيات ۽ رويي جي تہ اهي ٻئي ڌرم تمام گهڻا هڪ جهڙا آهن.

| سوال 1.16 | ڇا ٻُڌمت هڪ سائنسي [ويچار] آهي ؟ |
|---|---|

هن سوال جي جواب ڏيڻ کان اڳ سٺو ٿيندو تہ 'سائنس' لفظ جي اپٽار ڪجي.

ڊڪشنري مطابق سائنس هڪ اهڙي ڄاڻ آهي : .
- ♦ جنهن کي هڪ عملي طريقي / ترتيب ۾ لاهي سگهجي.
- ♦ جنهن جو دارومدار حقيقتن کي ڏسي ۽ آزمائي سگهڻ تي آهي ۽ جنهن کي فطري قانون جي طور تي بيان ڪري سگهجي.
- ♦ ڄاڻ جو اهڙو قسم جنهن کي سٺي ريت سمجهي سگهجي.

ٻُڌمت جا ڪي اهڙا پاسا بہ آهن، جيڪي انهيءَ اپٽار تي پورا نٿا لهن. پر ٻُڌمت جون وچول سيکارٽيون (Central Teachings)، جيئن 'چار اتم سچ' بيشڪ ان اپٽار تي پورا بيهن ٿا.

(1) پهريون اتم سچ 'جياپو (Life) هڪ تڪليف آهي'. "تڪليف" هڪ اهڙو تجربو آهي جنهن جي اپٽار ڪري سگهجي ٿي، جنهن کي ذاتي تجربي ۾ آڻي ۽ ماپي سگهجي ٿو.

(2) ٻيون اتم سچ چوي ٿو تہ 'تڪليف جي پنيان ڪو فطري ڪارڻ آهي' (جهڙوڪ شديد خواهش). اهڙي ڪارڻ جي

پڻ اپنار، ذاتي تجربو ۾ ماپ تي سگهي ٿي. تڪليف کي ڪولي سمجهائڻ لاءِ ڪنهن آسماني يا ڏندڪٿائي (Metaphysical) ويچارن جي گهرج نٿي پوي.

(3) ٽين اتم سچ جي مطابق "تڪليف جو انت اچي سگهجي ٿو": ڪنهن آسماني مخلوق جي آڌار بنان، ڪنهن عقيدي رکڻ بنان، يا وري ڪنهن پوڄا ڪرڻ بنان؛ بس، رڳو تڪليف جو ڪارڻ هٽائڻ سان. اهو ته هڪ ثابت ٿيل [سائنسي] اصول آهي.

(4) چوٿون اتم سچ " تڪليف جي انت آڻڻ جو طريقو". هڪ پيرو وري چئجي ته [اهو طريقو] ڪنهن آسماني ترڪيب وسيلي نه پر دارومدار رکي ٿو هڪ [ماڻهو جي] خاص رويي اختيار ڪرڻ سان. ۽ هڪ پيرو وري چئجي، ته رويي کي آزمائش مان گذاري سگهجي ٿي.

سائنس وانگر ٻُڌمت به پاڻ کي ڪنهن آسماني هستي کان الڳ رکي ٿو. ڪائنات جي شروعات ۾ ان جي هلت چلت کي فطري قانونن جي شڪل ۾ بيان ڪري ٿو. اهو سڀ ڪجهه پڪ سان هڪ سائنسي روح کي پڌرو ڪري ٿو.

هڪ پيرو وري چئجي ته ٻُڌا جي اها لاڳيتي سمجهاڻي، هڪ سائنسي حدبندي آهي. ته "اسان اکيون ٻوٽي پروسو نه ڪريون؛ پر سوال ڪريون، ڇڪاسيون، پچا ڳاڇا ڪريون ۽ ذاتي تجربي تي پاڙيون".

هو [ٻُڌا] چوي ٿو :.

"ڪنهن آسماني انڪشاف يا ڪنهن [اوائلي] رواج تي نه وڃو، ڪنهن افواهه يا ڪنهن پوتر لکت تي نه وڃو، ماڻهن جي ٻُڌِ سُڌِ يا رڳو سڪٽي منطق تي نه وڃو. ڪنهن نظريي جي خلاف ساڙ رکندي يا ڪنهن ماڻهوءَ جي بظاهر صلاحيت تي به

نہ وجو. پر جڏهن توهان پاڻ سمجهو تہ هيءَ شيءِ سٺي آهي، تہ اها ڪنهن بہ الزام کان آجي آهي، تہ ڏاها [ماڻهو] ان کي واکاڻين (Define, Describe, Praise) ٿا، ۽ جڏهن ان تي عمل ڪرڻ سان [ماڻهن کي] سَرهائي ملي، تہ پوءِ ان شيءِ جي پوئواري ڪريو".

سو اسان چئي سگهون ٿا تہ ٻُڌمت پورو جو پورو سائنسي تہ ناهي، پر ان جو لهجو وڏي حد تائين سائنسي آهي. ۽ ٻِڪ سان اهو ٻين ڌرمن کان وڌيڪ سائنسي آهي.

اها ڳالهہ اهميت واري آهي تہ 20هين صدي جي مهان سائنسدان 'البرٽ آئنسٽائين' ٻُڌمت لاءِ چيو آهي تہ :-

" آئيندي جو ڌرم هڪ 'ڪائناتي پولار' (Universal Space, Cosmic) وارو ڌرم هوندو. اهو ذاتي خدا کان اڳتي نڪتل ۽ جامد لکتن ۽ نظرين کان پري هٽيل هوندو. روح ۽ فطرت ٻنهي کي ملائيندي، اهو هڪ اهڙي ڌرمي ساڃاهہ جي پيڙهہ تي بيٺل هوندو جيڪو سڀني شين جي [گڏيل] تجربي مان اپرندو. فطري ۽ روحاني ۽ هڪ معنا رکندڙ ٻَڌي هوندو. ٻُڌڌرم [ڌرم جي] اهڙي اپٽار جو جواب ڏي ٿو. جيڪڏهن [هن وقت] ڪو اهڙو ڌرم آهي، جيڪو هاڻوڪين سائنسي گهرجن کي منهن ڏئي سگهي ٿو تہ اهو ٻُڌڌرم ئي ٿي سگهي ٿو".

| | |
|---|---|
| سوال 1.17 | مان-ڪَن ماڻهن کي چوندي ٻڌو آهي تہ ٻُڌا جون سيکارٽيون "وچين واٽ" آهن. ان اصطلاح جو مطلب ڇا آهي ؟ |

ٻُڌا پنهنجي اتم اتوٽي واٽ کي هڪ ٻيو نالو 'مجهيما پتيپادا' [پالي ٻولي جو لفظ] بہ ڏنو آهي، جنهن جي معنا آهي

’وچولي واٽ‘. اهو تمام اهم نالو آهي، ڇو تہ اهو اسان کي صلاح ڏئي ٿو تہ رڳو واٽ سان هلڻو ناهي، پر اهو تہ اسان کي ان تي هڪ خاص طريقي سان هلڻو آهي. ماڻهو ڌرمي قانونن ۽ عملن تي هلندي، جائي پائي هڪ ڌرمي جنوني بڻجي سگهن ٿا. ٻُڌمت ۾ ڌرمي قانون جي پوئلڳي ۽ ان تي عمل اهڙي سمجهدار ۽ وچولي طريقي سان ڪرڻو آهي جيئن ماڻهو انتهاپسندي کان بچي سگهي.

پراڻا رومن لوڪ چوندا هيا ’هر شيءِ ۾ وچٿرائي‘ ۽ ٻُڌمتي ان چوڻي سان مڪمل سهمت آهن.

| سوال 1.18 | مان ڪٿي پڙهيو آهي تہ ٻُڌمت، هندو ڌرم جو ئي هڪ قسم آهي. ڇا اها ڳالهہ صحيح آهي؟ |
|---|---|

نہ ائين ناهي. ٻُڌمت ۽ هندوڌرم ٻئي هندستان مان شروع ٿيا آهن، انهن ۾ ڪيئي اخلاقي ويچار ساڳيا آهن ۽ ڪجهہ ساڳيا اصطلاح بہ ڪتب آڻين ٿا جهڙوڪ ڪرما، سماڌي ۽ نرواڻ (ڇوٽڪارو). ان منجهان ڪي ماڻهو سمجهن ٿا تہ اهي ٻئي ڌرم ساڳي شيءِ آهن يا گهڻو هڪجهڙا آهن.

پر اسان جڏهن مٿاڇرين هڪجهڙاين کي ڇڏي ڪري ڏسنداسين تہ ٻئي ڌرم هڪٻئي کان تمام گهڻو مختلف آهن. جهڙوڪ هندو هڪ اتم خدا ۾ ويساهہ رکن ٿا، پر ٻُڌمتي نٿا رکن. هندن جي وچول سيڪارٽين ۾ ذات پات [جو فرق] هڪ اهم سماجي فلسفو آهي، پر ٻُڌمتي ذات پات جي متي کي پوري ريت رد ڪن ٿا. [ماڻهو جي] پوتر ٿيڻ جي رسم هندومت ۾ هڪ اهم عمل آهي، پر ٻُڌمت وٽ اهڙين رسمن جي ڪا بہ گنجائش ناهي.

ٻُڌمتي لکتن ۾ ٻُڌا هر هنڌ، هندو ٻاون کي ٿوڪيندو نظر ايندو ۽ اهي وري ٻُڌا جي ويچارن جي سخت مخالفت

ڪندي ڏسجن ٿا. جيڪڏهن ٻئي ڌرم هڪجهڙا هجن ها ته سندن وچ ۾ ايترا اختلاف ڪڏهن به نه هجن ها.

| سوال 1.19 | ڇا ٻُڌا "ڪرما" جو اصطلاح هندو ڌرم تان ٿي نقل ڪيو آهي. ڇا ٻُڌا ائين ناهي ڪيو ؟ |
|---|---|

هندومت بلڪل ڪرما (Accumulate Deeds) ۽ وري جنم (Re-Birth) جو نظريو سيکاري ٿو، پر سندس ٻنهي سيکارٽين جي اپٽار، ٻُڌمتي اپٽار ڪان بلڪل ڌار آهي. جهڙوڪ هندومت چوي ٿو ته اسان جي قسمت جو ڪل دارومدار ڪرما تي آهي، جڏهن ته ٻُڌمت چوي ٿو ته اسانجي ڪرما اسان تي رڳو ڪنهن حد تائين اثرانداز ٿي سگهي ٿي. هندوڌرم مطابق هڪ 'اٽمَرُ' (Eternal , Never-dying) روح يا آتما، هڪ جياپي کان ٻي جياپي ۾ ٽپي وڃي ٿي، جڏهن ته ٻُڌمت اهڙي آتما جي وجود جو انڪاري آهي.

ٻُڌمت چوي ٿو ته ڪرما هر وقت تبديلي مان گذرندڙ هڪ ذهني توانائي (ذهنيت) جي ڌارا آهي جيڪا وري جنم وٺي ٿي. ڪرما ۽ وري جنم جي فرق جهڙا ٻيا ڪيترائي فرق آهن جيڪي ٻنهي ڌرمن جي وچ ۾ آهن.

جيتوڻيڪ ٻنهي ڌرمن ۾ سيکارٽيون بلڪل هڪ جهڙيون به هجن، ته به ان جو اهو لازمي مطلب ناهي ته ٻُڌا بنا ڪنهن سوچ ويچار جي انهن شين کي ٻين ڌرمن تان نقل ڪيو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيو آهي ته ٻن ماڻهن، هڪٻئي کان بلڪل الڳ ٿلڳ، ساڳي شيءِ ڳولي لڌي هجي. سن 1858 ۾ چارلس ڊارون ڪي پنهنجي مشهور ڪتاب 'جنس جي شروعات' جي ڇپائي کان اڳهو ٿورو اڳ اها خبر پئي، ته هڪ

ٻيو ماڻهو ’الفريڊ روسل واليس‘ پڻ سندس جهڙو ساڳيو ئي ’ارتقا جو ويچار‘ ڏئي چڪو آهي. ڊارون ۽ واليس ڪو هڪٻئي جو نقل نہ ڪيو هو، پر ساڳي لڪاءَ ڪي پروڙيندي هو بلڪل ساڳي نتيجي تي پهتا هيا.

ڪرما ۽ وري جنم بابت جيڪڏهن هندوڌرم ۽ ٻُڌمت جا ويچار ساڳيا بہ هجن ها، جيڪي اصل ۾ آهن ڪونہ، تڏهن بہ اهو ڪو نقل ڪرڻ جو ثبوت ناهي.

سچ اهو آهي تہ ڌيانڪاري (Meditation, Concentration of Mind) جي وسيلي ڪجهہ هندو ڏاهن ڪرما ۽ وري جنم جا اٽڪلا ويچار ڏاهيا هئا، جن کي اڳتي هلي ڪري، ٻُڌا پوري ريت ٺيڪ ڪري ۽ کولي سمجهايو.

# دري 2 - ٻُڌمَت جا بنيادي ويچار

| سوال 2.1 | ٻُڌا جون بنيادي سيکارڻيون ڪهڙيون آهن؟ |
|---|---|

ٻُڌا جي سيني مکيا سمجهاڻين جو وچول "چار اتم سچ" آهن. بلڪل ائين جيئن ڪنهن ڦيٿي جي رمِ ۽ تارن جو وچول، هَبُ هوندو آهي.

انهن سچن کي "چار" ان ڪري ڪوٺجي ٿو جو اهي ڳڻپ ۾ چار آهن.

انهن سچن کي "اتم" اَن ڪري ڪوٺجي ٿو جو اهي انهن (ماڻهن) کي اتم بڻائي ڇڏن ٿا جيڪي انهن کي سمجهي وڃن ٿا.

۽ انهن کي "سچ" ان ڪري ڪوٺجي ٿو جو اهي "حقيقتن" جي آڌار تي سچا هجن ٿا.

| سوال 2.2 | پهريون اتم سچ ڇا آهي؟ |
|---|---|

پهريون اتم سچ آهي تہ "جياپو تڪليف آهي". جيئري رهڻ لاءِ لازمي طور تڪليف سهڻي پوي ٿي. ڪنهن بہ قسم جي تڪليف سهڻ ڪانسواءِ جيئرو رهڻ ناممڪن آهي.

اسان کي جسماني تڪليفن کي ڀوڳڻو پوي ٿو جهڙوڪ:- اگهائِپ (Sickness)، زخم، ٿڪاوٽ، پوڙهائپ ۽ آخرڪار موت. ۽ اسان کي ذهني تڪليفن کي پڻ ڀوڳڻو پوي ٿو جهڙوڪ؛ اڪيلائي، پريشاني، ڊَپُ، شرمندگي، نااميدي، ڪاوڙ ۽ ٻيون ڪيتريون ئي.

| سوال 2.3 | ڇا اها ڪجهہ مايوسي پري ڳالهہ ناهي؟ |
|---|---|

ڊڪشنري مايوسي جي اپٽار هيئن ڪري ٿي : ”اهو سوچڻ جي عادت تہ جيڪو بہ ٿيندو اهو خراب ٿي ٿيندو“ يا ”اهو مڃڻ تہ برائي گهڻي سگهاري آهي سنائي ڪان“.

ٻُڌمت اهي ٻئي ويچار نہ ٿو سيڪاري؛ نہ ئي اهو خوشيءَ يا سَرهائيءَ جي وجود جو انڪاري آهي. اهو [ٻُڌمت] بس ايترو ئي چوي ٿو تہ ”جيئري رهڻ لاءِ جسماني ۽ ذهني تڪليفن ڪي سهڻو پوي ٿو“. هي اها چوٽي آهي، جيڪا ايتري تہ چٽي آهي، جو ان جو انڪار ڪري ئي نہ ٿو سگهجي.

پر ٻُڌمت شروعات ڪري ٿو [جياپي جي] هڪ اهڙي تجربي سان، هڪ انڪار نہ ڪرڻ جهڙي [هاڪاري] حقيقت سان، هڪ اهڙي ڳالهہ سان جيڪا سڀ ڄاڻن ٿا، جيڪا سيني جي تجربي مان نڪتل آهي، جنهن کان جند آجي ڪرڻ لاءِ سڀ ڪوششون ڪري رهيا آهن.

تنهنڪري ٻُڌمت سڌو سنئون، هر ماڻهو جي اندر موجود، ان پريشانيءَ کان شروعات ڪري ٿو :- ”جياپي جي تڪليف ۽ ان کان جان ڪيئن آجي ڪجي“.

| سوال 2.4 | پيون اتم سچ ڇا آهي؟ |
|---|---|

پيون اتم سچ اهو اهي تہ ”تانگهہ (Craving) يا تمنا (Desire) ڪارڻ بڻجي ٿي سيني تڪليفن جو“.

جڏهن اسان نفسياتي تڪليفن ڪي جاچينداسي تہ اهو سولائي سان سمجهي ويندا سي تہ انهن جو ڪارڻ تانگهہ آهي.

اسان ڪنهن شيءِ کي چاهيون ٿا، پر جڏهن ان کي حاصل نٿا ڪري سگهون تہ پريشان ٿي وڃون ٿا. اسان ڪنهن ماڻهو مان اميد رکي ويهون ٿا، پر جڏهن اتان ڪجهہ نٿو ملي تہ اسان

پاڻکي مايوس ۽ رنج ٿيندي محسوس ڪيون ٿا. اسان چاهيون ٿا ته ڪو [خاص] ماڻهو اسان کي پسند ڪري، پر جڏهن هو ايئن نٿو ڪري ته اسان جو من ڏکي پوي ٿو.

ايئن به ٿئي ٿو ته اسان ڪجهه چاهيو ۽ اهو حاصل به ڪري ورتو، پر گهڻي پاڳي انجو نتيجو به [ڪل وقتي] خوشي نه ٿي هجي. چو ته ٿوري ئي وقت ۾ انهي مان اسانجي دل پرجي ٿي وڃي، اسان انڪان بڙ ٿي وڃون ٿا ۽ وري [اسان ۾] ڪنهن ٻي شيءَ جي چاهت پيدا ٿئي ٿي.

سادن اکرن ۾، ٻيو اتم سچ چوي ٿو ته "چاهت کي حاصل ڪري وٺڻ [ڪل وقتي] خوشي جو ضامن ناهي". هر وقت پنهنجي چاهتن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهڻ ڪان سٺو آهي ته پنهنجي چاهت واري عمل ۾ ڪا تبديلي آڻجي. چاهيندي رهڻ وارو ساندھ عمل اسان کان خوشي ۽ اطمينان کسي ٿو ڇڏي.

| سوال 2.5 | پر چاهت ۽ تمنا (تانگهه) ڪيئن جسماني تڪليفن تائين پڄائن ٿيون؟ |
|---|---|

سچي چمار: هِن شيءِ ۽ هُن شيءِ لاءِ چاهت ۽ تمنا / تانگهه رکڻ: ۽ خاص طور تي: جيئندي رهڻ واري تمنا اسان جي اندر هڪ اهڙي سگهاري توانائي کي پيدا ڪري ٿي، جيڪا ان فرد جي "وري جمر" جو ڪارڻ بڻجي ٿي. "وري جمر" ملي ٿو ته انهي سان گڏ [اسان کي] هڪ جسمر به ملي ٿو: ۽ جيئن اڳ ۾ چئي آياسين ته جسمر کي هر وقت بيمارين ۽ زخمن جو خطرو رهي ٿو. اهو [جسمر] ڪمر ڪندي ڪندي پاھ ٿئي ٿو، پوڙهو ٿئي ٿو ۽ آخرڪار مري وڃي ٿو.

تنهنڪري تمنا [هڪ جاندار کي] جسماني تڪليفن تائين پهچائي ٿي ۽ اهائي آهي جيڪا "وري جمر" جو ڪارڻ بڻجي ٿي.

| سوال 2.6 | اھو تہ سڀ ٺيڪ آهي پر جيڪڏھن اسان 'چاهت' بلڪل ئي بند ڪري ڇڏيون تہ پوءِ تہ اسان ڪا بہ شيءِ حاصل نہ ڪري سگھنداسين؟ |
|---|---|

بلڪل صحيح. پر بُڌا چوي ٿو تہ جڏھن اسان جون خواهشون، اسان جون تمنائون؛ جيڪي ڪجھہ [اسان جي] هٿ ۾ آهي، ان کان هر وقت بي اطميناني جو سبب بڻجن ٿيون. ۽ لاڳيتو وڌ کان وڌ حاصل ڪرڻ جون چاهتون؛ اسان جي تڪليفن جو ڪارڻ بڻجن ٿيون؛ تہ پوءِ اسان کي پنهنجيون اهي ڳالهيون بند ڪرڻ گھرجن.

هو [بُڌا] اسان کي پنهنجي چاهتن ۽ گهُرجن [ضرورتن] جي وچ ۾ فرق ڪرڻ ۽ چاهتن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش کي مَٽائي، گهُرجن جي پورائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ چوي ٿو. هو اسان کي ٻُڌائي ٿو تہ اسان جون گهُرجون تہ پوريون ٿي سگھن ٿيون، پر اسان جي چاهتن .جو ڪو انت ناهي، اها [چاهت] هڪ بنا تري واري ڪاري (Basket) جيان آهي.

لازمي طور تي [انسان جون] اهڙيون بنيادي ۽ اٽتر گهُرجون آهن، جيڪي حاصل ڪرڻ جهڙيون آهن ۽ انهن لاءِ اسان کي ڪوشش بہ ونڻ گھرجي. پر انهن گهُرجن کان اڳتي وڌندڙ خواهشن کي هوري هوري ختم ڪرڻ گھرجي.

نيڪ جياپي جو مقصد ڇا آهي ؟ اهوئي [آهي نہ]، تہ خوشي ۽ اطمينان حاصل ڪجي.

| سوال 2.7 | توهان وري- جمر جي ڳالهه ڪئي آهي. پر ڇا ڪو اهڙو ثبوت به آهي ته جائي به ائين ٿئي ٿو؟ |
|---|---|

ان ڳالهه جا ڪوڙ ثبوت آهن ته وري جمر ٿئي ٿو، پر اسان ان ڳالهه کي اڳتي هلي [دري- 5 ۾] ڏسنداسين.

| سوال 2.8 | ٽيون اتم سچ ڇا آهي؟ |
|---|---|

ٽيون اتم سچ اهو آهي ته تڪليفن کان پار اُڪري سگهجي ٿو ۽ [سچي] خوشيءَ کي حاصل ڪري سگهجي ٿو. اهو شايد چئن سچن ۾ سيني کان اهميت وارو آهي. ڇو ته ٻُڌا اسان کي وري پڪ ڏني آهي ته سچي خوشي ۽ اطمينان ممڪن آهن.

جڏهن اسان اجاين تمنائن کان جان ڇڏايون ٿا، هر ڏينهن کي پنهنجي حال ۾ جيئڻ سکون ٿا، زماني جي آچن کي حاصل ڪرڻ لاءِ بنا ساهي هڻ هٽان کان الڳ ٿي ڪري [جيئڻ جو] مزو وٺون ٿا، دنياداري جي مامرن کي ڌيرج سان منهن ڏيندا رهون ٿا؛ بنا ڪنهن ڀَوَ، ٻُڇان (Hate) ۽ ڪاوڙ جي؛ ته پوءِ اسان آجا ۽ خوش رهون ٿا.

انهي ڪانپوءِ ٿي اسان پرپور جيئدان (Livelihood) ماٺيون ٿا. ڇاڪاڻ ته هاٺي اسان پنهنجي هبچي چاهتن کي مطمئن ڪرڻ جي ڏبڻ ۾ قاتل ناهيون. هاٺي اسان کي خبر پوي ٿي ته پين [جاندارن] کي پنهنجين گهرجن کي پورائي ۾ مدد ڪرڻ لاءِ به، اسان وٽ ڪوڙ وقت آهي. انهيءَ لڪاءَ کي نرواڻ [آجپو]سڏجي ٿو.

| سوال 2.9 | نرواڻ [آجپو] ڇا آهي ۽ ڪٿي آهي؟ |
|---|---|

اهو هڪ اهڙو لڪاءُ (Phenomenon) آهي جيڪو ”وقت ۽ وٿي“ (Time & Space) واري ويچارن کان [اڳتي] اُڪري وڃي

ٿو. ۽ انهي ڪري ئي ان جي باري ۾ ڪجهہ چئي سگهڻ ۽ سوچي سگهڻ ڏکيو آهي؛ ڇو تہ لفظ ۽ سوچ [رڳو] ڪنهن وقت ۽ وٿي (Time & Space) واري لڪاءَ ڪي ئي اپٽاري سگهن ٿا.

جيئن تہ نرواڻ 'وقت' کان [اڳتي] اُکري ويل لڪاءُ آهي، تنهنڪري ان ۾ [وقت تي آڌار رکندڙ] ڪنهن هلچل، پوڙهائپ ۽ موت جو عمل دخل ناهي.

جيئن تہ اهو 'وٿي' (Space) کان [اڳتي] اُکري ويل آهي، تنهنڪري نرواڻ هڪ اٿڪٽ لڪاءُ آهي، ان جو ڪو دنگ (Border, Limit, Outerline) ناهي. اهو ڪنهن بہ شيءِ [جي چم] جو ڪارڻ نٿو بڻجي؛ اهو ڪو خودي اڻ خودي جو خيال ناهي؛ تنهنڪري نرواڻ [ڪنهن بہ قسم جي] حدن کان آجو (آزاد) آهي.

ٻُڌا پڻ اها پڪ ڏياري ٿو تہ نرواڻ هڪ مها خوشيءَ وارو تجربو آهي؛ هو چوي ٿو :

"نرواڻ هڪ مهان خوشي آهي".

| | |
|---|---|
| سوال 2.10 | پر ڪو اهڙو ثبوت آهي تہ اهڙي ڪنهن جاءِ يا ڏسَ (Dimension, Direction) جو ڪووجود بہ آهي؟ |

نہ اهڙو ڪو [سڌو سنئون] ثبوت ناهي. پر ان جي [نرواڻ] وجود کي اٽسڌي طرح سمجهي سگهجي ٿو.

جيڪڏهن ڪا اهڙي جاءِ يا ڏس آهي، جتي "وقت ۽ وٿي" (Time & Space) عمل ۾ هجن ٿا، تہ پوءِ اهڙي جاءَ يا ڏسُ هيءَ دنيا آهي جنهن جو تجربو اسان ڪريون پيا. تہ پوءِ اسان [ان حقيقت مان اٽسڌي طرح] اهو چئي سگهون ٿا تہ هڪ اهڙي جاءَ يا ڏسُ بہ آهي، جتي "وقت ۽ وٿي" جو عمل ناهي؛ يعني نرواڻ !وري بہ چئجي تہ توڙي جو اسان وٽ نرواڻ جي وجود جو ڪو [سڌو سنئون] ثبوت ناهي، پر اسان وٽ ٻُڌا جا هي لفظ آهن :

” هڪ اڻ-ڄايل، هڪ اڻ-آيل، هڪ اڻ-جوڙيل ۽ هڪ اڻ-ڳنڍيل.

جيڪڏهن نہ هجي ها ڪو اڻ-ڄايل، اڻ-آيل، اڻ-جوڙيل ۽ اڻ-ڳنڍيل، تہ پوءِ نہ تي سگهي ها ڪجهہ الڳ [يعني ساهہ نہ نڪري سگهي ها] ان منجهان جيڪو ڄاول آهي، آيل، جوڙيل ۽ ڳنڍيل آهي [جهڙوڪ جاندار جو جسم].

پر جيئن تہ ڪو آهي اڻ- ڄايل، اڻ-آيل، اڻ- جوڙيل ۽ اڻ- ڳنڍيل، تنهنڪري ٿي ڪجهہ آجوئي[نرواڻ] وٺي ٿو ان منجهان جيڪو جيڪو ڄاول، جوڙيل ۽ ڳنڍيل آهي.“

اسان ان [نرواڻ] کي تڏهن ئي ڄاڻي سگهون ٿا جڏهن اسان ان کي حاصل ڪري وٺون. تيسين تائين اسان [ٻُڌا جي سيکارڻين تي] پنهنجو عمل جاري رکي سگهون ٿا.

| سوال 2.11 | چوٿون اتم سچ ڇا آهي؟ |
|---|---|

چوٿون اتم سچ آهي ”هڪ واٽ جيڪا تڪليفن کان اُڪاري پار ڪري ٿي“.

هن واٽ کي ”اٺوٽي اتم واٽ“ چئجي ٿو جنهن ۾ شامل آهن:

نيڪ سمجهہ (Perfect Understanding)
نيڪ سوچ (Perfect Thought)
نيڪ ڳالهہ (Perfect Speech)
نيڪ هلت (Perfect Action)
نيڪ رهڻي ڪهڻي (Perfect Livilihood)
نيڪ ڪوشش (Perfect Effort)
نيڪ ساڃاهہ (Perfect Mindfulness)
نيڪ ڌيان (Perfect Concentration)

ٻُڌمت تي عمل ڪرڻ [اصل ۾] انهن اٺن شين تي اوستائين عمل ڪرڻ آهي جيستائين اهي [اٺ عمل] مڪمل ٿي وڃن.

توهان ڪي نظر ايندو تہ انوٽي اتم واٽ جون وڪون جياپي جي هر پاسي کي [پنهنجي اندر] سمائن ٿيون؛ ذهني، اخلاقي، مالياتي، نفسياتي؛ ۽ ان جي اندر هر اها شيءِ اچي وڃي ٿي جيڪا هڪ ماڻهو کي سٺي جيئڻ ۽ روحاني ترقي جي لاءِ گهربل اهن.

# دري 3 - ٻُڌمَت ۽ خدا جو ويچار

| سوال 3.1 | ڇا ٻُڌمتي ڪنهن ديوتا يا خدا ۾ ويساهه رکن ٿا؟ |
|---|---|

نہ، اسان [ٻُڌمتي] نٿا رکون. ان جا ڪيترائي ڪارڻ آهن.

(I) اڄوڪن سماجي ڄاڻوڪارن ۽ نفسياتي ڄاڻوڪارن جيان، ٻُڌا اهو ڏنو تہ ڪيترائي ڌرمي ويچار ۽ خاص ڪري خدا يا ديوتا جي ويچار جي شروعات ڀِپ مان ٿي آهي.

ٻُڌا چوي ٿو:-
"ڀِپ ۾ وڪوڙيل ماڻهو پوتر جبلن ڏانهن وڃن ٿا؛ پوتر جهنگ ڏانهن، پوتر وڻن ۽ مقبرن ڏانهن".

اوائلي دور جي ماڻهن پاڻ ڪي هڪ پوائتي ۽ مخالفت ڀري دنيا ۾ ڏٺو. جهنگلي جانورن جو ڀِپ، پيٽ ڀرڻ لاءِ پورو کاڌو نہ حاصل ڪري سگهڻ جو ڀِپ، زخمي ٿيڻ ۽ بيمارين جو ڀِپ، ڪنوڻ، ڇوهن ۽ ٻرندڙ جبلن جو ڀِپ هر وقت هنن سان لڳو رهيو. ڪنهن ٻي بچاءَ نہ هوندي، هنن خدا جو ويچار پنهنجي ذهن ۾ گهڙيو تہ جئين سٺي وقت ۾ ذهني سڪون ملي، خطري جي وقت ۾ همت ملي ۽ جڏهن ڪو مامرو غلط ٿي وڃي تہ آٿت ۽ آسرو ملي سگهي.

توهان ڏيان سان ڄاڃي ڏسندا تہ اڄ ڏينهن تائين ماڻهو ڏکين ڏينهن ۾ ڌرم جي ويجهو ٿي وڃن ٿا، توهان انهن کي اهو چوندي ٻُڌندا تہ خدا يا خدائن ۾ ويساهه انهن کي اها سگهہ ڏي ٿو جيڪا دنيا کي منهن ڏيڻ لاءِ گهُربل آهي. توهان انهن

[ماڻهن] کي ان [ڳالهہ] جي اپنار کندي ٻڌندا تہ انهن کي فلاڻي فلاڻي خدا يا ديوتا ۾ ويساهہ آهي ڇو تہ ڏکي وقت ۾ انهيءَ خدا يا ديوتا ئي انهن جي عرض کي اگهايو. اهي سڀ ڳالهيون ٻڌا جي انهي سيکارڻي جي حق ۾ ڳالهائن ٿيون تہ خدا يا ديوتا جو ويچار حقيقت ۾ ماڻهن جي ڊپ ۽ پريشانيءَ جي جواب ۾ نهيو آهي.

ٻڌا اسان کي سيکاريو آهي تہ پنهنجي ڊپ کي سمجهڻ گهرجي، پنهنجي خواهشن کي گهٽائڻ گهرجي ۽ ماٺ ۽ همت سان انهن شين کي قبول ڪرڻ گهرجي جنهن کي اسان مَٽائي نٿا سگهون. هن [ماڻهن جي] ان ڊپ کي هٽايو، ڪنهن اڻ منطقي ڌرمي عقيدي سان نہ پر منطقي ساڃاهہ سان.

(2) ٻڌا جو خدائن ۽ ديوتائن ۾ ويساهہ نہ هجڻ جو ٻيو ڪارڻ اهو آهي تہ ان ويچار جي مدد ۾ ڪو پڪو ثبوت نظر نٿو اچي.

ڪيترائي ڌرم آهن جيڪي دعوا ڪن ٿا تہ خدا جا لفظ سندن پوتر ڪتابن ۾ محفوظ آهن، تہ رڳو اهي ئي خدا جي حقيقت کي سمجهن ٿا، تہ سندن خدا جو حقيقي وجود آهي ۽ ٻين ڌرمن جا خدا ڪوڙا آهن.

ڪنهن جي دعوا آهي تہ خدا مرداڻو آهي، ڪو چوي ٿو تہ زنانو ۽ ڪو چوي ٿو تہ بي جنس آهي. اهي سڀ مطمئن آهن تہ ڪوڙ شاهديون آهن، ان خدا جي وجود کي ثابت ڪرڻ لاءِ جنهن تي هنن جو عقيدو آهي. پر اهي [ماڻهو وري] ٻين ڌرمن جي عقيدي واري خدا جي [باري ۾ ايندڙ] ثبوتن مٿان ٺٺول ٿا ڪن.

حيراني جهڙي ڳالهہ آهي تہ خدا جي وجود کي ثابت ڪرڻ لاءِ، ايترن مختلف ڌرمن جي، ايترين صدين جي پتوڙ ۽ جدوجهد ڪانپوءِ بہ، ڪو اهڙو ثبوت نہ اچي سگهيو آهي، جيڪو پڪو، نوس، ڳر پريو ۽ انڪار نہ ڪرڻ جهڙو هجي.

ٻُڌمتين، خدا جي وجود بابت اهڙيٰ فيصلي کي، اهڙي [ڪنهن پڪي] ثبوت اچڻ تائين پاسي تي ڪري ڇڏيو آهي.

(3) ٻُڌا جو خدائن ۾ ويساهه نه هجڻ جو ٽيون ڪارڻ اهو آهي ته هن اهو محسوس ڪيو ته اهڙي ويساهه جي ڪا به ضرورت ناهي.

ڪجهه ماڻهن جي اها دعوا آهي ته ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ جي اپٽار لاءِ خدا ۾ ويساهه ضروري آهي.

پر سائنس، خدا جي ڪنهن ويچار سان سجاٽپ ڪرائڻ کان سواءِ ئي، ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ واري لڪاءَ جي سمجهه ۾ ايندڙ حد تائين اپٽار ڪري سگهي آهي.

ڪجهه ماڻهن جي دعوا آهي ته هڪ سَرهي ۽ معنا ڀري جياپي لاءِ خدا ۾ ويساهه ضروري آهي. پر اسان وري به ڏسون ٿا ته ائين ناهي. ٻُڌمتين کي ته ڇڏيو پر ڪروڙين اڻويساهي ۽ آزاد سوچ رکندڙ ماڻهو آهن، جيڪي خدا ۾ ويساهه رکڻ بنا ، سَرهو، معنا ڀرپور ۽ ڪارائتو جياپو جي رهيا آهن.

ڪجهه ماڻهن جي دعوا اها آهي ته خدائي سگهه ۾ ويساهڻ جي گهرج ان ڪري آهي جو ماڻهو [ذهني ۽ جسماني طور] ڪمزور هجڻ ڪري، پنهنجي پوري پوري مدد ڪرڻ جي سگهه نٿا رکن. پر اسان کي وري به ثبوت ان جي ابتڙ ملن ٿا. توهان ڪيترائي ڀيرا اهڙن ماڻهن لاءِ ٻُڌو هوندو جن [عام جسماني صلاحيتن کان] معذور هوندي به، پنهنجي اندر جي سگهه جي آڌار تي، وڏين وڏين ڏکيائين کي پار ڪيو: پنهنجي ڪوشش ۽ بنا ڪنهن خدائي ويساهه جي سهاري.

ڪجهه ماڻهن جو چوڻ آهي ته ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ خدا جي ضرورت آهي. پر اِهو دليل تڏهن ئي ڪارج وارو آهي، جڏهن

چونڪاري جو ڪو الهامي عقيدو اڳ ۾ ئي قبول ڪيل هجي. ٻُڌمتي اهڙن ويچارن کي ميجتا نٿا ڏين.

پنهنجي تجربي جي بنياد تي، ٻُڌا ڏنو ته هر ماڻهو وٽ اها صلاحيت آهي ته هو پنهنجي ذهن کي صاف ۽ اجرو (Purified) ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي اندر اڻمَيو پيار، ٻاجهه ۽ مڪمل ساڃاهه پيدا ڪري سگهي ٿو.

هن [ٻُڌا] ماڻهن جي ڌيان کي سُرڳ (Heaven) ۽ نرڳ (Hell) جي چڪر کان هٽائي دل جي پاسي موڙيو ۽ اسان کي همٿايو آهي ته پنهنجي سمجهه جي وسيلي پنهنجي مامرن جو نبيرو ڳوليون.

| سوال 3.2 | پر جيڪڏهن ديوتائن ۽ خدائن جو وجود ناهي ته پوءِ هيءَ ڪائنات هيستائين ڪيئين پهتي آهي؟ |
|---|---|

هر ڌرم وٽ اهڙيون ڪهاڻيون ۽ ڏند ڪٿائون آهن، جيڪي هن سوال جي جواب ڏيڻ جون ڪوشش ڪن ٿيون. پراڻن وقتن ۾ اهڙيون ڏندڪٿائون جام هونديون هيون. پر 21 صدي [جي هن نڪور وقت] ۾، فزڪس، ڌرتي ۽ آسماني علمن جي زماني ۾، اهڙين ڏند ڪٿائن کي سائنسي حقيقتون رد ڪري چڪيون آهن. سائنس [ڪنهن ڌرمي] خدا جي ويچار جي مدد کان سواءِ، ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ جي اپٽار ڪري چڪي آهي.

| سوال 3.3 | ٻُڌا ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ جي باري ۾ ڇا چيو آهي؟ |
|---|---|

اها هڪ دلچسپ ڳالهه آهي ته ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ بابت ٻُڌا جي سمجهاڻي، سائنسي ويچار سان گهڻو ويجهو آهي. ”اگانا ستا“ ۾ ٻُڌا بيان ڪري ٿو ته هيءَ ڪائنات تباهه ٿيڻ کانپوءِ

وري هن شڪل ۾، اٽڪٽين ڪروڙين ورهين جي عرصي ۾ ايري آهي.
پاڻيءَ جي متاچري تي پهرياتي زندگي جو پيدا ٿيڻ ۽ اٽڪٽين ڪروڙن ورهين ڪانپوءِ، سادي ڪان ڳوڙهي زندگي ۾ مَتِجڻ؛ ٻُڌا سمجهائي ٿو ته اهي سڀ لڪاءَ بنا ڪنهن منڍ ۽ پڇاڙجي آهن ۽ انهن ڪي چرپر ڏيندڙ فطري ڪارڻ آهن.

| | |
|---|---|
| سوال 3.4 | توهان چئو ٿا ته خدا جي وجود جو ڪو به ثبوت نه آهي، ته پوءِ هنن معجزن جي باري ۾ ڪيئن سمجهائيندا ؟ |

ڪيترائي اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي مڃن ٿا ته معجزا خدا جي وجود جو ثبوت آهن.

اسان اهڙا ڪيئي بي بنياد دعوا ٻُڌون ٿا ته [معجزاتي طور] بيماري جو علاج ٿي ويو، پر ان جي باري ۾ اسان ڪي ڪنهن سرجن يا ڊاڪٽرن جي پاران تصديق نٿي ملي.
اسان ٻين ماڻهن جي واتان ٻُڌون ٿا ته فلاڻو ماڻهو معجزي جي طور تي وڏيڪ تباهي ڪان بچيِ ويو، پر اسان ڪي ان ڳالهه جو ڪو پڪو اکين ڏٺو شاهد نٿو ملي.
اسان افواهه ٻُڌون ٿا ته دعا سان بيمار جسم صحتمند ٿي ويو يا ڪو ڏکيل انگ سگهارو ٿي ويو، پر اسان ڪي ان جي بابت ڪو ايڪسري يا ڊاڪٽر جو بيان نٿو ملي.
بي بنياد دعوا، ٻين جي وات جون ڳالهيون ۽ افواه ڪنهن پڪي ثبوت جو مَٽُ (Alternative, Exchange) ناهن ۽ ڪنهن معجزي جو پڪو ثبوت ورلي ئي ملندو.

جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪي اٽڪلون ۽ سمجهه ۾ نه ايندڙ ڳالهيون ٿي وڃن ٿيون. پر اهڙن واقعن ڪي نه اپٺاري

سگهڻ واري اسان جي صلاحيت، خدا جي وجود کي ثابت نٿي ڪري. ان منجهان رڳو اهو ئي ثابت ٿئي ٿو ته اسان جي ڄاڻ اڻپوري آهي.

اڄوڪي دور جي دوائن نهڻ کان اڳ، جڏهن ماڻهن کي اڃا خبر نه هئي ته بيماري ڇو ٿي ٿئي، تڏهن ماڻهو اهو ويساهه رکندا هئا ته بيماري خدا يا خدائن جي پاران موڪليل سزا آهي. هاڻي اسان ڄاڻون ٿا ته انهن شين جو ڪهڙو ڪارڻ آهي، انڪري جڏهن اسان بيمار ٿيون ٿا ته [ڪا خاص] دوا واپرايون ٿا.

ايندڙ وقت ۾ جڏهن دنيا جي باري ۾ اسان جي ڄاڻ اڄ کان وڌيڪ مڪمل هوندي ته ممڪن آهي ته اسان انهن سمجهه ۾ نه ايندڙ لڪائن کي ائين ئي سمجهي سگهون جئين هينئر اسان بيماري جي ڪارڻن کي ڄاڻون ٿا.

| سوال 3.5 | پر تمام گهڻا ماڻهو ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ خدا کي مڃن ٿا، تنهنڪري اهو سچ هوندو؟ |
|---|---|

نه، ائين ناهي. ڪو اهڙو وقت هيو جڏهن هر ماڻهو اهو مڃيندو هيو ته دنيا سڌي آهي، پر اهي سڀ جا سڀ غلط هيا.
ڪنهن ويچار کي مڃيندڙ ماڻهن جو [وڏو يا ننڍو] انگ ان جي سچي يا ڪوڙي هئڻ جو ماپو ناهي. ڪنهن ويچار کي سچو يا ڪوڙو چوڻ جو هڪ ئي دڳ آهي، سو آهي حقيقتن کي ڏسڻ ۽ شاهدين کي جاچڻ.

| سوال 3.6 | سو جيڪڏهن توهان ٻُڌمتي خدائن ۾ ويساهه نٿا رکو ته پوءِ توهان ڪهڙي شين ۾ ويساهه رکو ٿا ؟ |
|---|---|

اسان خدا ۾ ويساهه نٿا رکون ٿو، ڇاڪاڻ ته اسان ماڻهپي ۾ ويساهه رکون ٿا.

اسان مجون ٿا تہ ماڻهو املهہُ ۽ اهم آهي. اسان مجون ٿا تہ سڀ [ماڻهو] ٻُڌا ٿيڻ جي صلاحيت رکن ٿا، هڪ مڪمل ماڻهو ٿيڻ جي. اسان مجون ٿا تہ ماڻهو- ذات اڻ منطق ۽ جهالت مان نڪري سگهن ٿا ۽ شين کي پنهنجي حقيقت ۾ ڏسي سگهن ٿا.

اسان مجون ٿا تہ نفرت، ڪاوڙ، ڏوڪي بازي ۽ ساڙ کي مَٽائي سگهجي ٿو پيار، ڌيرج، سخاوت ۽ ٻاجهہ سان.

اسان مجون ٿا تہ اهو هر ماڻهو جي وس ۾ آهي، جيڪڏهن هو ڪوشش وني، پنهنجي ٻُڌمتي ساٿين جي مدد ۽ اڳواٽيءَ سان ۽ ٻُڌا جي مثال مان ولولو حاصل ڪرڻ سان.

جئين ٻُڌا چيو آهي تہ :-

”ڪوئي نٿو بچائي اسان کي پر اسان پاڻ،
نہ ئي ڪو ڪري سگهي ٿو ۽ نہ ئي ڪو ڪندو،
اسان کي پاڻ ان واٽ تي هلڻو پوندو،
پر ٻُڌا [لوڪ] چٽو ڪري ڏيکارين ٿا اها راهہ “.

# دري 4 - پنج اصول

| سوال 4.1 | - بين ڏرمن وارا پنهنجا صحيح ۽ غلط ويچار، خدا يا خدائن جي ڏنل حڪمن مان وٺن ٿا. توهان ٻُڌمتي ڪنهن خدا ۾ ويساهه نٿا رکو، سو توهان صحيح ۽ غلط ڪي ڪيئن سمجهي سگهندا؟ |
|---|---|

سڀ سوچون، ڳالهيون يا عمل، جن جي پاڙ هٻڇ ، نفرت ۽ ڪوڙي عقيدي ۾ آهي ۽ اهي اسان کي نرواڻ [حاصل ڪرڻ] کان پري وٺي وڃن ٿا سي خراب آهن. ڪا به سوچ، ڳالهه يا عمل جنهن جي پاڙ سخاوت، پيار ۽ ڏاهپ ۾ آهي ۽ اهي نرواڻ [کي حاصل ڪرڻ] جي واٽ کي اسان لاءِ کولن ٿا سي سٺا آهن.

’خدا - وچول‘ (God – Centered) ڏرمن ۾ صحيح ۽ غلط ڄاڻ هجڻ هيئن آهي ته ”جيئن چيو ويو آهي، بس ائين ئي ڪندا رهو“.

پر ٻُڌمت وانگي ’ماڻهو- وچول‘ (Man – Centered) ڏرمن ۾ صحيح ۽ غلط جي ڄاڻ هجڻ لاءِ، توهان کي پنهنجي باري ۾ سمجهه ۽ جاڳرتا حاصل ڪرڻي آهي. ۽ ساڄاهه تي بيٺل اخلاقيات سدائين وڌيڪ سگهاري هوندي آهي، انهي اخلاقيات کان، جيڪا خدائي حڪمن تي ٻُڌل هجي.

سو اهو ڄاڻڻ لاءِ ته ڇا صحيح ۽ ڇا غلط آهي، ٻُڌمتي ٽن شين کي ڏسن ٿا : عمل جي پٺيان وارو ارادو، پنهنجو پاڻ تي ان [ارادي] جي عمل جو اثر ۽ ٻين تي ان [ارادي] جي عمل جو اثر. جيڪڏهن ارادو سٺو آهي (سخاوت، پيار ۽ ڏاهپ ۾ ڪتل)، جيڪڏهن اهو منهنجي مدد ڪري ٿو (مونکي ڏيڻ وارو، پيار

ڪرڻ وارو ۽ ڏاهو تيڻ ۾ مدد ڪري تو) ۽ ٻين جي مدد ڪري تو (انهن ڪي ڏيڻ وارو، پيار ڪرڻ وارو ۽ ڏاهو تيڻ ۾ مدد ڪري تو)، تہ پوءِ منهنجا عمل ۽ ڪردار، چڱائي ڪندڙ، سنا ۽ اخلاقي آهن.

ها ائين بلڪل آهي تہ نتيجا مختلف بہ تي سگهن تا.

ڪڏهن منهنجو ارادو بلڪل نيڪ آهي، پر انهيءَ مان مونکي يا ٻين کي ڪو فائدو نتو پهچي.

ڪڏهن منهنجو ارادو چڱو ناهي پر ڪنهن طريقي سان اهو ٻين لاءِ فائديمند تئي تو.

ڪڏهن منهنجو ارادو سنو آهي ۽ منهنجي عمل مان مونکي تہ فائدو مليو پر ٻين لاءِ ڪجهہ پريشاني جو ڪارڻ تيو. اهڙي صورت ۾ منهنجا عمل مليل جليل آهن: چڱن ۽ اڻ چڱن عملن جو ميلاپ.

جڏهن ارادا غلط آهن ۽ منهنجي عمل نہ منهنجي ڪا مدد ڪئي ۽ نہ ٻين جي، تہ پوءِ اهو عمل خراب تيو.

۽ جڏهن ارادو سنو آهي ۽ منهنجي عمل مونکي ۽ ٻين کي فائدو پهچايو تہ پوءِ چئبو تہ منهنجو ڪردار تمام سنو آهي.

| سوال 4.2 | سو ٻڌن وٽ ڪو اخلاقيات جو ڍانچو آهي؟ |
|---|---|

ها انهن وٽ آهي، ”پنج اصول“ ٻڌمتي اخلاقيات جو بنياد آهن.

- پهريون اصول آهي: جياپي کي هاجو پهچائڻ يا مارڻ کان پري رهڻ.
- ٻيون اصول آهي: چوري نہ ڪرڻ.
- ٽيون اصول آهي: غلط جنسي لاڳاپن کان پري رهڻ.
- چوٿون اصول آهي: ڪوڙ نہ ڳالهائڻ.
- پنجون اصول آهي: شراب ۽ ٻي نشي کان پري رهڻ.

| سوال 4.3 | پر پَڪ سان ڪڏهن مارڻ سٺو بہ هوندو آهي. بيماري پڪيڙيندڙ جيتن کي يا ڪنهن اهڙي شي کي مارڻ جيڪا توهان کي مارڻ چاهي؟ |
|---|---|

اهو توهان لاءِ تہ سٺو هجي سگهي ٿو. پر ان ماڻهو يا شيءِ جو ڇا ٿيندو جنهن کي ماريو ويو. اُهي بہ ائين ئي جيئرا رهڻ چاهن ٿا، جيئن توهان.

جڏهن توهان ڪنهن بيماري پڪيڙيندڙ جيتن کي مارڻ جو فيصلو ڪيو ٿا تہ شايد اهو ارادو ميلاپ آهي پنهنجي لاءِ فڪرمندي (سٺو عمل) ۽ پنهنجي ذپ ۾ ٻين کي مارڻ جو ( خراب عمل).

اهو عمل توهان کي فائدو ڏيندو (سٺو عمل) پر پڌرو آهي تہ اڳين جاندار کي فائدو نہ ڏيندو (خراب عمل).

سو ڪنهن وقت اهو جائي بہ ضروري هوندو تہ ڪنهن کي مارجي، پر پوءِ بہ ان عمل کي ڪڏهن بہ مڪمل سٺو عمل نہ چئي سگهبو.

| سوال 4.4 | توهان ٻُڌمتي، ڪيئن ماڪوڙن لاءِ گهرج کان وڌيڪ فڪرمند آهيو؟ |
|---|---|

ٻُڌمتي پنهنجي اندر هڪ اهڙي ٻاجهہ پيدا ڪرڻ چاهن ٿا، جيڪا ڪنهن خاص شيءِ لاءِ نہ پر سڀن کي ڀاڪر ۾ وٺڻ لاءِ آهي. اهي سڄي دنيا کي هڪ سڄو ٻَنڌاڻُ (United Whole, Bound in Unity) سمجهن ٿا، جنهن جي اندر هر شيءِ ۽ جاندار کي پنهنجي جاءِ ۽ پنهنجو ڪردار آهي.

اسان سمجهون ٿا تہ فطرت جي نازڪ توزَتڪ (Balance, Equalibrium) کي هيٺ مٿي ڪرڻ کان پهريان اسان کي تمام خبردار هجڻ کپي.

جتي [ڪنهن سوچ يا ويچارڌي ۾] فطرت منجهان پورو فائدو وٺڻ تي وڏو زور ڏنل آهي: ”ان جو آخري ڦڙو بہ نپوڙي وٺو، بنا ڪجهہ ان ۾ وجهڻ جي، ان کي پنهنجي ٻانهي بنائڻ ۽ ان تي سوب حاصل ڪرڻ لاءِ“ ؛ تہ پوءِ اتي فطرت بہ اهڙي عمل خلاف بغاوت ڪري ٿي.

هوا زهريلي ٿي رهي آهي. ننديون گدليون ٿي مري رهيون آهن. ڪيترائي جانور ۽ ٻوٽا اڻلڀ ٿي رهيا آهن. جبلن جا پاسا رج ٿي چڪا آهن. انهيءَ حد تائين جو مُندون بہ مَٽِجي رهيون آهن.

جيڪڏهن ماڻهو ڏاهڻ، مارڻ ۽ تباهہ ڪرڻ لاءِ ايترو جوشيلا نہ هجن ها تہ اهڙي حالت نہ هجي ها. اسان سڀني کي جياپي کي مان ڏيڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ سو اُهوئي آهي جيڪو پهريون اصول چوي ٿو.

| سوال 4.5 | ٻار ڪيرائڻ بابت ٻُڌمت جا ڇا ٿو چوي؟ |
| --- | --- |

ٻُڌا جي مطابق، جياپو نر ۽ ماد جي جزن جي ميلاپ وقت يا ان کان ٿورو پوءِ شروع ٿئي ٿو. سو قُوتي (Embryo) [اڻڄاول ٻار] کي ڪيرائڻ، جان وٺڻ [جاندار کي مارڻ] جي برابر آهي.

| سوال 4.6 | جيڪڏهن ڪنهن عورت سان زوري ٿي آهي يا هوءَ ڄاڻي ٿي تہ سندس ايندڙ ٻار بگڙيلَ حالت ۾ آهي تہ ڇا پوءِ ٻار ڪيرائڻ صحيح ناهي؟ |
| --- | --- |

زوريءَ (Rape) جي نتيجي ۾ نهڻ واري ٻار جو جيئڻ ۽ پيار ملڻ تي ايتروئي حق آهي جيترو ڪنهن ٻي ٻار جو. ان ٻار کي انڪري نٿو ماري سگهجي جو ان جو جسماني پيءُ ڏوهي آهي. جسماني طور بگڙيل يا ذهني طور تي پوئتي پيل ٻار جو

ڄمر پيءُ ماءُ لاءِ هڪ ڏکيو مامرو آهي. جيڪڏهن اهڙي اڻ ڄاول ٻار کي ڪيرائڻ صحيح آهي تہ پوءِ ڇو نہ اهڙي جسماني يا ذهني محتاج ڄاول ٻار يا ڪنهن وڏي ماڻهو کي بہ ماري ڇڏجي؟

ها ڪڏهن اهڙي مامرو بہ ٿي سگهي ٿي تہ جڏهن ٻار ڪيرائڻ جو مقصد انسان پرستي هجي، جهڙوڪ ماءُ جي حياتي بچائڻ. پر ايمانداري جي ڳالهہ اها آهي تہ گهٽي ياڳي ٻار تڏهن ڪيرايا وڃن ٿا، جڏهن عورت جو ڳورهارو ٿيڻ سماجي مسئلو بڻجي وڃي ٿو يا پيءُ ماءُ کي هالي ٻار پيدا ناهي ڪرڻو. پر ڪنهن جي جان وٺڻ لاءِ اهي سڀ ڳالهيون ٻُڌمتين اڳيان هڪ بيڪار بهاني جي بيهڪ رکن ٿيون.

| | |
|---|---|
| سوال 4.7 | جيڪڏهن ڪو ماڻهو آپگهات ڪري ٿو تہ ڇا اهو پنج اصول ٽوڙي ٿو؟ |

جيڪڏهن هڪ ماڻهو، ڪنهن ٻي ماڻهو کي ماري ٿو تہ اهو ڪنهن ڊپ، پلاند، ڪاوڙ، هٻڇ يا ڪنهن ناڪاري جذبي جي ڪري هجي ٿو. جيڪڏهن ڪو آپگهات ڪري ٿو تہ ان جي پنيان بہ ساڳيا ڪارڻ يا ڪي ٻيا ناڪاري جذبا جهڙوڪ مايوسي ۽ پريشاني ٿي سگهن ٿا. سو جتي خون ڪرڻ ٻي جي خلاف ناڪاري جذبن جو نتيجو آهي تہ آپگهات وري پنهنجيَ خلاف ناڪاري جذبن جي ڪري آهي. ۽ تنهنڪري اهو ٻُڌمتي اصولن جي ڀڃڪڙي آهي.

جيتوڻيڪ، اهڙو ڪو ماڻهو جنهن آپگهات ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجي يا ڪري رهيو هجي، تنهن کي سڌو سڌو اهو چوڻ ٺيڪ ناهي تہ تون جيڪو ڪرين ٿو اهو غلط آهي. اهڙي ماڻهو کي اسان جي مدد ۽ سمجهاڻي جي گهرج آهي. اسان کي کپي تہ اهڙن ماڻهن کي اهو سمجهڻ ۾ مدد ڪريون تہ پاڻ کي مارڻ، مامري کي نبيرڻ نہ پر اجا وڏيڪ منجهائڻ آهي

| سوال 4.8 | ٻين اصول جي باري ۾ ڪجهه ٻڌايو؟ |
|---|---|

جڏهن اسان ٻيون اصول اپنايون ٿا تہ اسان وچن ڪريون ٿا تہ اهڙي شيءِ نہ ڪٽنداسين، جيڪا اسان جي ناهي. ٻيو اصول ان لاءِ آهي تہ اسان پنهنجي هيچ ڪي روڪڻ ڏيون ۽ ٻين جي ملڪيتن کي مان ڏيون.

| سوال 4.9 | ٽيون اصول چوي ٿو تہ غلط جنسي لاڳاپن کان پاسو ڪريو. غلط جنسي لاڳاپا ڇا آهن ؟ |
|---|---|

جيڪڏهن ڪو ڌوڪي، جذباتي بليڪ ميلنگ، يا زوري ڪنهن سان جنسي لاڳاپو رکي تہ پوءِ اهو غلط جنسي ورتاءُ آهي.

جيڪڏهن ڪو پرڻيل ماڻهو ڪنهن ٻاهرين ماڻهو سان اهڙو لاڳاپو رکي ٿو تہ اهو بہ غلط جنسي ورتاءُ آهي. ڇو تہ ويهانوَ مهل اسان پنهنجي جوڙيوال (Spouse, Partener) سان وفا جو وچن ڪيون ٿا. جڏهن ڪو ٻاهرين ماڻهو سان اهڙو لاڳاپو رکي ٿو تہ اهو پنهنجو وچن ٽوڙي ٿو ۽ جوڙيوال سان ڌوڪو ڪري ٿو.
جنسي عمل کي پيار ۽ پنهنجائپ جو هڪ پڌراءُ هجڻ گهرجي. ۽ جڏهن اهو جائي بہ ائين هجي ٿو تہ پوءِ اهو اسان جي لاءِ ذهني ۽ جذباتي ڀلائي ثابت ٿئي ٿو.

| سوال 4.10 | ڇا ويهانوَ کان پهريان جنسي عمل هڪ غلط ورتاءُ آهي ؟ |
|---|---|

نہ ؛ جيڪڏهن ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ اهو عمل رضاڪارانا آهي تہ. پر اهو ڌيان رکڻ گهرجي تہ جنسي عمل جو فطري

نتيجو ٻار جي پيدائش آهي. جيڪڏهن اٽيپرٽيل عورت ڳورهاري ٿيندي تہ ان جا ڪيترائي مسئلا ايري سگهن ٿا.

ڪيترائي سمجهدار [ٻُڌمتي] ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ جنسي عمل ويهانوَ کانپوءِ ئي ٿيڻ گهرجي.

| سوال 4.11 | ڄمڻ جي عمل تي ضابطي بابت ٻُڌمت ڇا ٿو چوي؟ |
|---|---|

ڪي ڌرم اهو سيکارن ٿا تہ ٻار ڄڻڻ کانسواءِ، ڪنهن ٻي مقصد لاءِ جنسي عمل ڪرڻ ڏوهہ آهي، تنهنڪري اهي هر قسم جي ڄم روڪ واري نموني کي غلط سمجهن ٿا. ٻُڌ مت اهو مڃي ٿو تہ جنسي عمل جا ڪيترائي مقصد ٿي سگهن ٿا : ٻار جو ڄم، وِروُنهَہ (Entertainment)، ٻن ماڻهن وچ ۾ پيار ۽ ويجهڙائي جو پڌراءُ.

ٻُڌمت ان معاملي کي نظر ۾ رکندي، ٻار ڪيرائڻ جي عمل کانسواءِ، ڄم روڪ جي عمل کي نيڪ سمجهي ٿو. حقيقت ۾ ٻُڌمتي اهوئي سمجهن ٿا تہ جڏهن دنيا منجهہ وڌندڙ ماڻهن جو انگ هڪ مسئلو بڻجي چڪو آهي، تہ ڄم روڪ هڪ تمام سٺو عمل آهي.

| سوال 4.12 | چوٿين اصول جي بابت ٻڌايو. ڇا ڪوڙ ڳالهائڻ کانسواءِ جياپو ممڪن آهي ؟ |
|---|---|

جيڪڏهن ڪنهن سماج يا ڪنهن ڪاروبار ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ کانسواءِ هلڻ ممڪن ناهي تہ پوءِ اهڙي گهوٽالي واري ۽ خطرناڪ حالت کي مَٽائڻ گهرجي.

ٻُڌمتي اُهو آهي جيڪو ڪنهن مسئلي کي نبيرڻ لاءِ ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ جو ارادو رکندو هجي ۽ [ٻين ڪانڻ] وڌيڪ ايماندار رهڻ جي ڪوشش ڪري.

| سوال 4.13 | توهان هڪ جاءِ تي وينل آهيو، هڪ ڊنل ماڻهو اتان ڀڄي لنگهيو. ڪجهہ منٽن ڪانپوءِ ٻيو ماڻهو هٿ ۾ چاقو کنيو ڀڄندي اچي ٿو ۽ توهان کان ڀهرين ماڻهو جو ڏسُ پڇي ٿو. توهان سچ ڳالهائيندا يا ڪوڙ؟ |
|---|---|

جيڪڏهن مون وٽ ان شڪ رکڻ جو ڪو سنو سبب آهي، تہ ٻيو ماڻهو ڀهرين ماڻهو کي ڪو سخت هاڃو ڏيندو، تہ مان هڪ سمجهدار ۽ خيال رکندڙ ٻڌمتي جي بيهڪ ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ هٻڪ نہ ڪندس.

اسان اڳ ۾ چئي آياسين تہ ڪنهن عمل جي سني يا خراب هجڻ جو هڪ اهم جزو ارادو بہ آهي. [ڪوڙ ڳالهائي ڪري] جياپي کي بچائڻ جو ارادو، ڪيترائي ڀيرا سنو آهي، اهڙين حالتن ۾ سچ ڳالهائڻ کان.

جيڪڏهن ڪوڙ ڳالهائڻ، چوري ڪرڻ يا نشي واري شيءِ جو استعمال ڪرڻ جو مطلب، جياپي کي بچائڻ آهي تہ مان ائين ڪندس. جيڪڏهن مان ڪو اصول پيچان تہ ان کي نيڪ ڪري سگهان ٿو پر هڪ ختم ٿيندڙ جياپي کي موٽائي نٿو سگهان.

تنهن هوندي بہ، جئين اڳ ۾ چيل آهي، اهڙن مامرن کي اصول ڀڃندي رهڻ جو بهانو نہ بنائڻ گهرجي. اصولن تي وڏي خبرداري سان عمل ڪرڻ گهرجي ۽ سواءِ ڪنهن اٽڪر مجبوري جي انهن کي ڀڃڻ نہ گهرجي .

| سوال 4.14 | پنجون اصول چوي ٿو تہ اسان کي شراب يا ڪو پيو نشو واپرائڻ نہ گھرجي. ڇو نہ؟ |
|---|---|

ماڻھو زبان جي چَسڪي لاءِ شراب نٿا پئين.
جڏھن اھي اڪيلي ۾ پيئن ٿا تہ ذھني چڪتاڻ کي گھٽائڻ لاءِ ۽ جڏھن اھي گڏجي پيئن ٿا تہ ھڪ ريت رواج طور.
شراب جو ٿورو ڍُڪو بہ شعور ۽ جاڳرتا کي متاثر ڪري ٿو. جيڪڏھن گھڻو پيئجي ٿو تہ ان جو نتيجو تباھہ ڪندڙ آھي.
ٻُڌمتين جو چوڻ آھي تہ جيڪڏھن ڪو پنجون اصول ٽيجي ٿو تہ اھو ٻيا اصول بہ ٽيجي سگھي ٿو.

| سوال 4.15 | ٻَہ ڍُڪ پيئڻ سان ڪھڙو اصول ٽِٽندو. اھا ھڪ ننڍڙي ڳالھہ ٿي تہ آھي؟ |
|---|---|

ھا اھا ھڪ ننڍڙي ڳالھہ ٿي آھي. پر جيڪڏھن ڪو ايتري ننڍڙي روڪ تي بہ عمل نٿو ڪري سگھي تہ پوءِ [اھو سوال ايري ٿو تہ] ان ماڻھو جي ارادي جي سگھہ ڪيتري آھي؟

| سوال 4.16 | ڇا تماڪ ڇڪڻ پنجين اصول جي خلاف آھي؟ |
|---|---|

تماڪ ڇڪڻ پڪ سان جسم تي ناڪاري اثر وجھي ٿو پر ذھن تي ان جو اثر تمام ٿورڙو آھي. ھڪ تماڪ ڇڪيندڙ ماڻھو ذھني طور تي چست ۽ پنھنجي آپي ۾ رھي سگھي ٿو. سو جتي تماڪ ڇڪڻ جي صلاح نٿي ڏئي سگھجي، اتي ان کي اصولن جي خلاف بہ نٿو چئي سگھجي.

| سوال 4.17 | پنج اصول ناڪاري آهن. اُهي اِهو ٻُڌائن ٿا تہ ڇا نہ ڪرڻ گهرجي، پر اهو نٿا ٻُڌائن تہ ڇا ڪرڻ گهرجي ؟ |
|---|---|

پنج اصول ٻُڌمتي اخلاقيات جو بنياد آهن. پر اهوئي سڀ ڪجهہ ناهي.

اسان شروعات ڪنداسين پنهنجي غلط ورتاءَ کي غلط مڃڻ ۽ ان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ سان. پنج اصول انهي مقصد لاءِ ئي آهن.

جڏهن اسان غلط ڪم ڪرڻ بند ڪنداسين تہ پوءِ ئي اسان سٺا ڪم ڪرڻ شروع ڪنداسين. مثال طور چوٿين اصول کي ڪٺجي.

ٻُڌا چوي ٿو تہ :-

اسان ڪوڙ نہ ڳالهائڻ کان شروعات ڪريون. ان کان پوءِ، اسان سچ ڳالهايون،

[ان کان پوءِ] ٿڌي ۽ نرم لهجي سان ڳالهايون ۽ صحيح وقت تي ڳالهايون.

”ڪوڙ ڳالهائڻ ڇڏي ڏيڻ سان، هو سچ ڳالهائيندڙ بڻجي ٿو، ڀروسي جهڙو، دارومدار رکي سگهڻ جهڙو، هو دنيا کي ڌوڪو نٿو ڏئي.

غلط ڳالهائڻ ڇڏي ڏيڻ سان، هو هُتي نٿو ورجائي جيڪو هِتي ٻُڌي ٿو، نہ ئي هِتي ورجائي ٿو جيڪو هُتي ٻُڌي ٿو ؛ ماڻهن کي ويڙهائڻ لاءِ.

هو انهن کي پاڻ ۾ ناهي ٿو جيڪي هڪ ٻي کان رنڊل آهن ۽ انهن کي اڃا بہ ويجهو آڻي ٿو جيڪي اڳيئي دوست آهن. ناهہ جو هجڻ هن جو مزوآهي، ناهہ جو هجڻ هن جي خوشي آهي، ناهہ

جو هجڻ هن جو پيار آهي، اهوئي هن جي ڳالهائڻ جو مقصد آهي.
ڪهرو ڳالهائڻ چڏي ڏيڻ سان هن جو ڳالهائڻ بي الزام ٿئي ٿي، ڪنن کي وڻندڙ، مجڻ جهڙو، دل ۾ لهندڙ، پاڻئڻ جهڙو ۽ سيني کي سنو لڳندڙ.
بي مقصد ۽ بيڪار ڳالهائڻ ڇڏي ڏيڻ سان هو صحيح وقت تي ڳالهائيندڙ بڻجي ٿو، جيڪا ڳالهه ان مقصد لاءِ نيڪ هجي، ڌرم ۽ ڌرمي ضابطي لاءِ.

هي اهي لفظ ڳالهائي ٿو جيڪي آهن خزاني جهڙا، ٺُريل ٺُڪيل، منطقي، صحيح جوڙيل، ۽ مقصد جي مطابق“.

# دري 5 - وري جنم بابت سوال

| سوال 5.1 | اسان ماڻهو ڪٿان اچون پيا ۽ ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون؟ |
|---|---|

هن سوال جا ٽي ممڪن جواب آهن.

جيڪي ماڻهو خدا يا خدائن ۾ عقيدو رکندڙ آهن، تن جي عام طور تي دعوا آهي ته ماڻهو [ڪنهن نه روپ ۾] پنهنجي تخليق کان اڳ، وجود نه ٿا رکن، انهن جي پيدائش خدا جي ارادي سان ٿئي ٿي. اهي پنهنجي زندگي جيئن ٿا ۽ پوءِ ان ڳالهہ جي پٺاندر ته زندگي ۾ انهن جا عمل ۽ عقيدا ڪهڙا رهيا، اهي دائمي سرڳ (Ever-lasting Heaven) يا دائمي نرڳ (Ever-lasting Hell) ۾ وڃن ٿا.

ٻيو ويچار ماڻهوپرستن ۽ سائنسدانن جو آهي. انهن جو چوڻ آهي ته هڪ جاندار، جنسي ميلاپ وقت، فطري ڪارڻن جي [پوري ٿيڻ] ڪري وجود ۾ اچي ٿو. جيئي ٿو، مري ٿو ۽ پوءِ ان جو وجود [سدا لاءِ] ختم ٿي وڃي ٿو.

ٻُڌڌرم انهن ٻنهي ويچارن کي [جيئن جو تيئن] نه ٿو مڃي.

پهرين ويچار ۾ ڪيترائي اخلاقي مونجهارا آهن. جيڪڏهن جائي ته هڪ سٺو خدا اسان کي خلقي ٿو، ته پوءِ ان ڳالهہ کي ڪيئن سمجهجي ته ڪوڙ سارا ماڻهو ڏاڍن خوفناڪ پيدائشي مسئلن ۽ جسماني بگاڙن سان گڏ ڄمن ٿا. ڪيترائي ٻار ڪچي ۾ ئي [پيٽان] ڪري پون ٿا يا وري مئل ڄمن ٿا.

خدائي عقيدي جي هن سمجهاڻي سان گڏ ٻيو مسئلو اهو به آهي ته، اها بي انصافي آهي ته هڪ ماڻهو 60-70 ورهن ۾ هن

ڌرتيءَ تي جو ڪجهه ڪيو، ان جي ڪري سدائين لاءِ نرڳ جا سور سهندو رهي. اڻ-عقيدي يا اڻ-اخلاقي جياپي جي 60-70 ورهن جي ڪري اٽڪڻ عذاب ملڻ نيڪ نتو ڏيکارجي. ساڳي نموني 60-70 ورهن جو سٺو [عقيدي وارو] جياپو تمام ننڍي قيمت ٿو ڏيکارجي، سدا ملهار سرڳ (Ever-pleasent Heaven) ۾ رهڻ جي لاءِ.

ٻيو ويچار پهرين جي ڀيٽ ۾ چڱو آهي جو ان جي سهائتا ۾ ڪيترا ئي سائنسي ثبوت آهن. پر پوءِ به اهو ڪيترن ئي اهم سوالن جا جواب نه ٿو ڏئي سگهي. اهو ڪيئن ممڪن آهي ته ٻن جيوگهرڙن 'آني ۽ اسپرم' جي سادي ميلاپ جي نتيجي ۾، 9 مهينن جي وقت اندر، ماڻهپي جي گوڙهي ساڃاهه وارو لڪاءُ وجود ۾ اچي سگهي.

جيئن ته 'شعوري نفسيات' (Para-Psychology) هاڻي سائنس جو هڪ مجيل ٽاڙُ (Branch) ٿي چڪي آهي، سو هاڻي 'ٽيلي پيٿي' جهڙن عملن ڪي، دماغ جي مادي جوڙجڪ واري [هڪ سادي] خيال جي وسيلي سمجهائڻ يا اپٽار ڪرڻ تمام ڏکيو ٿي پيو آهي.

بُڌمت سڀ ڪان وڌ مطمئن ڪندڙ اپٽار ڏئي ٿو، انهي بابت ته ماڻهو ڪٿان اچن پيا ۽ ڪيڏانهن وڃن پيا.

جڏهن ڪو ماڻهو مري ٿو ته ان جي ذهنيت [دماغ جي مادي جوڙجڪ نه پر سوچ ويچار جو ڍانچو] (Mentality, Thought Patterns) پنهنجن سمورن لاڙن، ترجيحن، صلاحيتن ۽ گڻن، جيڪي هن پنهنجي جياپي واران ناهيا هئا ؛ تن سوڌو پاڻ ڪي ڪنهن ڦريل آني (Fertilized Egg) ۾ داخل ڪري ٿي.

اهڙي طرح هڪ ماڻهو [آني منجهان] وڌي ويجهي ٿو ۽ جمي ٿو، ۽ سندس شخصيت انهن ذهني گڻن مان نهي ٿي،

جيڪي پوئين جياپي ڪان آندل آهن ۽ جيڪي ڪيس نئين [ڄمر واري] وايومنڊل مان ملن ٿا. اها شخصيت مَتِجندي ۽ ٺوڙ - جوڙ ٿيندي ؛ شعوري ڪوشش سان، تعليمر، پيءُ ماءُ جي سڪيا ۽ سماجي اثرن سان. ۽ هڪ ٻيهرو وري، [جسماني] موت جي وقت، اها ذهنيت پاڻ کي ڪنهن ٻي ڦريل آني ۾ داخل ڪندي.

موت ۽ وري ڄمر جو هي عمل اوستائين ساندهه ورجائبو رهندو، جيستائين ان جو ڪارڻ بڻجندڙ شيون يعني [ذهن جي اندر موجود] 'تانگهہ' ۽ 'اٽڃاٽائپ' ختمر نہ ٿيون ٿين. جڏهن اهي ڪارڻ [اٽڃاٽائپ ۽ تانگهہ] ختمر ٿي وينداتہ وري ڄمر بدران، ذهنيت ان حالت کي وڃي حاصل ڪندي جنهن کي نرواڻ ٿو چئجي.

۽ اهو ئي آهي ٻُڌمت جو اتمر مقصد ۽ جياپي جو مطلب.

| | |
|---|---|
| سوال 5.2 | ذهنيت (Mentality, Thought Patterns) ڪيئن هڪ جسمر کان [نڪري] ٻي جسمر ڏانهن [منجهہ] وڃي ٿي؟ |

ان کي ريڊيائي ويرن (Waves) وانگر سمجهو.

ريڊيائي ويرون لفظن ۽ موسيقي جون نهيل ناهن، پر مختلف فريڪوئينسي واري توانائي آهن ؛ جيڪي پولار (Universal Space) مان سفر ڪندي جهٽڻي (Reciever, Catcher) ڏانهن ڇڪجن ٿيون ۽ ان جي هٿان جهٽجن ٿيون؛ جتان وري اهي لفظن ۽ موسيقي طور جوڙيون وڃن ٿيون.

ذهنيت سان بہ اهائي ڪار ٿئي ٿي. موت ٿيڻ سان ذهني توانائي پولار مان سفر ڪري ٿي، ڪنهن ڦريل آني ڏانهن ڇڪجي ٿي ۽ ان جي هٿان جهٽجي ٿي. جيئن جيئن اهو جيتامڙو (Embryo, Germ) وڌي ويجهي ٿو تہ اهائي ذهنيت ان

جي ذهن جو وچول ٻڌجي ٿي ۽ هڪ نئين شخصيت طور (سماج ۾) چڏي وجي ٿي.

| سوال 5.3 | ڇا ڪنهن ماڻهو جو وري - جمر سدائين ماڻهو جي روپ ۾ ئي ٿيندو؟ |
| --- | --- |

نہ ، اهڙا ڪيئي سنسار (Universes) يا جيوڪسار (Realms, States of Life) آهن جن جي اندر ڪنهن ماڻهو جو وري جمر ٿي سگهي ٿو.

ڪي سرگ ۾ وري جمندا، ڪي نرگ ۾ وري جمندا، ڪي بکايل روح تي جمندا ۽ ٻيا اهڙا ڪيئي سنسار آهن.

سرگ ڪنهن جاءِ يا هنڌ نہ پر وجود جي هڪ اهڙي حالت جو نالو آهي، جتي ان وجود کي هڪ اڻوسهڻ جهڙو [ڇهڻ ۽ محسوس نہ ٿي سگهڻ وارو] (Un-Tangible, Very Subtle) جسم ۽ ذهن کي سک سانت وارو وايومنڊل ملي ٿو. ٻين اثرانداز ٿيندڙ حالتن وانگر، سرگ بہ ڪجهہ وقت رهڻ واري هڪ اهڙي حالت [جياپو] آهي، جتي جڏهن زندگي جو ويلو ختم ٿئي ٿو [موت اچي ٿو] تہ اهو وجود ٻيهر ماڻهو جي حالت [روپ] ۾ وري جمي سگهي ٿو.

نرگ بہ ساڳي نموني هڪ سدا رهڻ واري جاءِ ناهي. اتي بہ هڪ جيوڪ کي اڻوسهندڙ [ڇهڻ ۽ محسوس نہ ٿي سگهڻ وارو] جسم ملي ٿو ۽ ذهن کي گهڻي ياڳي ڳٽتي ۽ ڏوجهري مان گذرڻو پوي ٿو.

بکايل روح بہ هڪ اهڙي 'وجودي حالت' جو نالو آهي جتي جسم اڻوسهندڙآهي ۽ جتي ذهن هر وقت اڻ مطمئن ۽ هبچ جي ڏٻڻ ۾ ڦاٿل رهي ٿو.

سو سرڳ جا جيوڪ (Living Beings) گهڻي ڀاڱي سک سڪون ۾، جڏهن ته نرڳ جا جيوڪ ۽ بکايل روح گهڻي ڀاڱي ڏکن سورن ۾ هجن ٿا. ۽ عام طور تي ماڻهو ذات، سراسري طور ٻنهي حالتن [سک ۽ ڏک] جي ميلاپ وارو تجربو ڏسي ٿو. سو ماڻهو جيوڪسار ۽ ٻين جيوڪسارن ۾ فرق جسماني قسم ۽ جياپي واران ٿيندڙ تجربن جي قسم جو آهي.

| سوال 5.4 | ڪير اهو فيصلو ڪندڙ آهي ته ماڻهو جو وري جنم ڪهڙي جيوڪسار ۾ ٿيندو ؟ |
|---|---|

اسان وري ڪٿي جنم وٺنداسين ۽ ڪهڙي قسم جو جيوڪسار حاصل ڪنداسين، انهي ڳالهه تي اثر وجهندڙ سڀ کان مکيا شيءِ آهي ڪرما ؛ پر انهي مامري تي رڳو اها هڪ شيءِ اثروار ناهي.

ڪرما لفظ جو مطلب آهي ڪِرٽي (عمل) ۽ انجو دارومدار آهي اسانجي ارادي ۽ ذهني عمل تي. ٻين لفظن ۾ ته اسان جو ڪجهه آهيون انجو فيصلو ڪندڙ گهڻي ڀاڱي اهوئي آهي ته اسان گذريل وقت ۾ ڇا سوچيو ۽ ڇا عمل ڪيو. ساڳي نموني اسان جي هاڻوڪي سوچ ۽ عمل اسان جي آئيندي (ايندڙ جنم) تي اثروار ٿيندا.

ٻاجهه (Compassion) ۽ پاٻوهه (Tender Love) رکندڙ ماڻهو جي وري جنم جو وڌو امڪان 'سرڳ جيوڪسار' يا وري هڪ اهڙي ماڻهو جي روپ ۾ آهي جنهن جو گذر سک ۽ سانت وارن تجربن مان ٿيندو. بي چين فطرت واري، [ٻين کي] پريشان ڪندڙ ۽ ظالم قسم جي ماڻهو جي وري جنم جوامڪان 'نرڳ جيوڪسار' يا وري هڪ اهڙي ماڻهو جي روپ ۾ آهي جنهن جو گذر ڏکن سورن وارن تجربن مان ٿيندو.

هڪ اهڙو ماڻهو جيڪو ڪڏهن مطمئن نہ ٿيندڙ تمنائون، خوفناڪ تمنائون، يا [ٻين کي] عذاب ڏيندڙ خواهشون ۽ حسرتون ڌاري ٿو، انجي وري جنم جو امڪان هڪ بکي روح يا وري هڪ اهڙي ماڻهو جي روپ ۾ آهي جيڪو اڻکٽ هبچ ۽ اڻکٽ تمنائن جي ڌٻڻ ۾ ڦاٿل ۽ سدا پريشان هوندو.

جيڪي ذهني عادتون هن جياپي ۾ سگهاريون ٿاهبيون، ايندڙ جياپي ۾ بہ اهي ئي لاڳو رهنديون. بهرحال گهڻن ماڻهن جو وري جنم ماڻهو جي روپ ۾ ئي ٿيو هجي ٿو.

| سوال 5.5 | سو اسانجي جياپي جو فيصلو جيڪڏهن ڪرما جي هٿ ۾ آهي تہ ڇا اسان ان [ڪرما] کي مَٽائي سگهون ٿا؟ |
|---|---|

بلڪل اسان ڪري سگهون ٿا. اهوئي ڪارڻ آهي جو 'اڻوٽي واٽ' جي هڪ وک 'نيڪ ڪوشش' آهي. اهو اسانجي [پنهنجي] ايمانداري تي دارومدار رکندڙ آهي تہ اسان پنهنجي ڪيتري توانائي کتب آڻيون ٿا ۽ پنهنجي [سٺي] عادت کي ڪيترو سگهارو بڻايون ٿا.

پر اهو سچ آهي تہ ڪجهہ ماڻهو، پنهنجي پوين [گذريل جياپي وارين] عادتن جي اثر ۾ [هيءُ] هلندڙ جياپو بہ گذاري ڇڏين ٿا ؛ انهن کي مَٽائڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪن ۽ انهن [عادتن] جي.ئي اڻوڻندڙ نتيجن جو شڪار بڻجن ٿا. اهي ماڻهو لوڙيندا ئي رهندا، جيسين وٽي غلط عادتون مَٽائين. غلط عادتون جيترو گهڻو عرصو رهنديون اوترو ئي انهن جو مَٽائڻ ڏکيو ٿيندو ويندو.

ٻُڌمتي انهن ڳالهين کي سمجهن ٿا ۽ هر انهي موقعي جو فائدو وٺن ٿا جنهن منجهان-هو اگرا نتيجا ڏيندڙ ذهني عادتن

ڪي ٽوڙي سگهن ۽ سرها نتيجا ڏيندڙ ذهني عادتن کي واڌارو ڏئي سگهن.

ڊيانڪاري هڪ اهڙي ئي ترڪيب آهي جنهن کي ذهني عادتن جي مَتائڻ لاءِ ڪتب آڻجي ٿو ؛ بلڪل ائين ئي جيئن ڪهڙي طريقي سان ڳالهائجي ۽ ڪهڙي ڳالهائڻ واري طريقي کان پاڻ پلجي، ڪهڙن عملن تي هلجي ۽ ڪهڙن عمٰلن کان پاڻ پلجي.

سڀ بُڌمتي زندگي اهائي سکيا آهي ته ذهن کي ڪيئن اجرو (Purified) ۽ آجو رکجي.

مثال طور جيڪڏهن توهان جي پوئين جياپي ۾ باجهه ۽ ڌيرج اهم گڻ رهيا آهن ته اهي ئي لاڙا هاڻوڪي جم ۾ به ايري ايندا. جيڪڏهن انهن کي هن جياپي ۾ به وڌائيندا ۽ سگهاريندا ته اهي اڃا به وڌ سگهارا ۽ چٽا ٿي ڪري ايندڙ جياپي ۾ ايري ايندا. انهي ڳالهه جو بنياد انهي ئي سادي ۽ سمجهه ۾ ايندڙ حقيقت تي آهي ته ڊگهي عرصي کان جوڙيل عادتن کي ٽوڙڻ ڏکيو ڪم آهي.

هاڻي جيڪڏهن توهان باجهارا (Compassionate) ۽ ڌيرج وان (Patient) آهيو ته ٻيا توهان کي سولائي سان پريشان نه ڪري سگهندا. جيڪڏهن توهان دل ۾ [ٻين لاءِ] ڪينو نه ٿا رکو ته ٻيا پڻ توهان کي پائيندا ۽ توهان سولن ۽ سرهن تجربن مان گذرندو.

هاڻي اچو ته ٻي مثال کي ڏسون.

پنهنجي پوئين جياپي جي سنين ذهني عادتن جي ڪري، توهانجي هاڻوڪي جياپي ۾ ڌيرج ۽ باجهوارا ذهني لاڙا آهن. پر

هن چمڙي ۾ توهان اهڙن ذهني لاڙن کي وڌائڻ ۽ سگهارڻ (Strengthen) تي ڌيان نٿا ڏيو، ته پوءِ اهي لاڙا هوري هوري اڳتي وڌندا ويندا ۽ شايد ايندڙ جياپي ۾ پوري طرح اٿهوند ٿي وڃن. ڊيرج ۽ ٻاجهه جي اهڙي اڳهاري (ڪمزور) صورتحال ۾ ان ڳالهه جو پڻ امڪان آهي ته هن يا ايندڙ جياپي ۾ ڪاوڙ، ڪروڌ ۽ پاپي لاڙن کي وڌڻ ۽ ويجهڻ جو وجهه ملي وڃي ۽ اهي پاڻ سان گڏ [توهان جي جياپي ۾] اهي تجربا آڻين جيڪي اهڙن قسمن جي لاڙن ۽ روين [ڪاوڙ، ڪروڌ ۽ پاپ] مان ٿي پيدا ٿيندا آهن.

هاڻي اسان هڪ آخري مثال وٺنداسين.

پنهنجي پوئين جياپي وارين ذهني عادتن جي ڪري، توهان جو هاڻوڪو جياپو ڪاوڙ ۽ ڪروڌ سان ڀريل آهي، ۽ توهان اهو محسوس ڪري ٿا ونو ته اهڙيون عادتون توهان کي رڳو اڻوڻندڙ نتيجا ڏئي رهيون آهن، سو توهان انهن [غلط] عادتن کي مٽائڻ جي ڪوشش ڪريو ٿا.

جيڪڏهن توهان پنهنجين ڪوشش وسيلي انهن [غلط عادتن] جي پاڙ پٽي ٿا ڇڏيو: جيڪو بهرحال ممڪن آهي؛ ته پوءِ توهان انهن اڻوڻندڙ شين کان پوري ريت آجا ٿي سگهو ٿا، جيڪي انهي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ وارين عادتن جي نتيجي ۾ توهان جي آڏو اچي رهيون هيون.

پر جيڪڏهن توهان انهن [خراب لاڙن] کي [هن جياپي ۾] رڳو ڪجهه گهٽائي سگهو ٿا ته اهي ايندڙ جياپي ۾ [هيٺئي حالت ۾] وري اڀري ايندا، جتي وري ساڳي ڪوشش ورجائڻ سان اهي نيٺ پاڙون پٽجي سگهجن ٿا ۽ توهان پوري ريت انهن جي اڻوڻندڙ اثرن کان آجا ٿي سگهو ٿا.

| سوال 5.6 | توهان وري - جنم جي بابت ڪوڙ ڳالهيون ڪيون آهن. ڇا ڪو اهڙو ثبوت به آهي ته مرڻ ڪانپوءِ اسان وري ڄمنداسين ؟ |
|---|---|

نه رڳو اهو ته وري جنم واري ٻڌمتي سوچ جي مدد لاءِ ڪي سائنسي ثبوت آهن، پر اصل ۾ اهوئي هڪڙو [ٻڌمت وارو] وري - جنم وارو ويچار آهي جنهن جي لاءِ ڪو سائنسي ثبوت ڏئي سگهجي ٿو.

اهڙي ڪنهن ثبوت جو پاڇو به ناهي جيڪو ڪنهن سرڳ [يا نرڳ واري هنڌ] جي وجود ۾ هجڻ لاءِ ڏئي سگهجي ۽ نه ئي وري [نج مادياتي سوچ واري] موت کان پوءِ نابود ٿي وڃڻ جي ڪا ثابتي ملندڙ آهي.

پوين 30 سالن کان شعوري نفسياتدان (Para Psychologists) اهڙن ڪيسن کي پنهنجي پڙهائي هيٺ آڻيندا رهيا آهن جن ۾ ڪجهه ماڻهن وٽ پنهنجي پوئين جياپي جون چٽيون يادگيريون آهن.

جهڙوڪ انگلينڊ جي جي هڪ 5 سالن جي ڇوڪري ٻڌايو ته هن کي پنهنجا پيا پيءُ ماءُ ياد آهن ۽ هن پوري چٽائي سان ڪي اهڙا واقعا ٻڌايا جيڪي ڄڻ ته ڪنهن ٻي ماڻهو جي زندگي جا هجن.

شعوري نفسياتدانن کي گهرايو ويو جن انهي ڇوڪري کان سوين سوال پڇيا ۽ جن جا جواب هن ڏنا. هن ڪنهن خاص ڳوٺ جي ڳالهه ڪئي جيڪو اسپين جو تي لڳو. هن ڳوٺ جو ۽ ڳوٺ جي ان گهٽي جو نالو ٻڌايو جتي هوءَ رهندي هئي، هن پنهنجي پاڙيسرين جا نالا ۽ ڏهاڙڪي هلچل (Daily Chores of Life) جي تفصيل به ٻڌائي. هن روئيندي اهو به ٻڌايو ته هوءَ ڪار جي ڌڪ لڳڻ جي ٻن ڏينهن ڪانپوءِ مري وئي هئي.

جڏهن ان مامري جي جاچ ڪئي وئي تہ سندس هر ڳالهہ پوري نڪتي. اسپين ۾ ان نالي وارو ڳوٺ، اها ڳوٺاڻي گهٽي ۽ انهي نموني جو گهر پڻ موجود هيا جنهن جي ان ڇوڪري ڳالهہ ڪئي ٿي. جيڪا اصل ڳالهہ چاڻ ۾ آئي سا اها هئي تہ ان گهر ۾ 23 سالن جي هڪ عورت رهندي هئي جيڪا 5 سال اڳ هڪ ڪار جي ٽڪر ۾ مري وئي هئي.

هاڻي اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ انگلينڊ ۾ رهندڙ 5 سالن جو ٻار جنهن اسپين اکين نہ ڏٺي هجي سو اهڙي ڳالهہ ڪري سگهي.

۽ اهو ڪو هڪ اهڙو مامرو ناهي. ورجينا يونيورسٽي جي شعوري نفسيات ڪاتي جو پروفيسر آئن اسٽيونسن پنهنجن ڪتابن ۾ اهڙا ڊزن واقعن جا ڏنا آهن. هو هڪ مڃيل سائنسدان آهي جيڪو 25 سالن کان اهڙن ماڻهن کي پڙهي رهيو آهي جيڪي پنهنجين پوين جياپن جون ڇٽيون يادگيريون رکن ٿا.
اهڙا واقعا وري جم بابت ٻڌمتي سيڪارٽين جا سگهارا ثبوت آهن.

| | |
|---|---|
| سوال 5.7 | ڪجهہ ماڻهو اهو چئي سگهن ٿا تہ پوئين جياپي کي ياد ڪرڻ جي صلاحيت هڪ شيطاني ڪم آهي؟ |

جيڪڏهن ڪا ڳالهہ ڪنهنجي عقيدي جي مطابق نہ هجي، تہ ان کي شيطاني ڪم چئي رد ڪري ڇڏڻ ٺيڪ ناهي. جيڪڏهن ڪنهن ويچار جي مدد ۾ ڪي ڇٽيون حقيقتون رکيون وڃن، تہ پوءِ ان ويچار کي رد ڪرڻ لاءِ بہ ڪي عقلي دليل ڏيڻ کپن. اهڙي ويچار کي [بنا سوچي سمجهي] هڪدم شيطاني ڪم چئي ڪري، بيعقليءَ وهم پرستي جو پڌراءُ نہ ڪرڻ کپي.

| سوال 5.8 | ڇا اهو چئي سگهجي ٿو تہ وري - جنم بہ هڪ وهم پرستي واري ڳالهہ آهي؟ |
|---|---|

ڊڪشنري ٻڌائي ٿي تہ”وهم پرستي اهو عقيدو آهي، جنهن جي پيڙه ڪنهن ڪارڻ يا حقيقت تي ناهي، پر اها ڪن اهڙن ويچارن تي ٻيٺل هوندي آهي جيئن ڪنهن جادو ۾ [يقين] هجي“.

جيڪڏهن ڪو مون کي شيطانن جي وجود جي باري ۾ ڪنهن سائنسدان جي لکت ڏيکاري جنهن ۾ هن اهڙو مطالعو ڪيو هجي تہ مان مڃيندس تہ شيطانيت هڪ وهم پرستي ناهي.

مان اڄ ڏينهن تائين شيطانيت جي سائنسي کوجنا (Invention, Research) بابت ناهي ٻُڌو. سائنسدان اهڙين شين بابت سوچي پنهنجو وقت نٿا وڃائن. تنهنڪري مان چوان ٿو تہ شيطانيت جي وجود جو ڪو ثبوت ناهي. پر جيئن اسان مٿي ڏٺوسي تہ اهڙا ثبوت آهن جيڪي ٻُڌائن ٿا تہ وري جنم ٿئي ٿو.

سو وري جنم ۾ عقيدو جيڪڏهن ڪجهہ نہ ڪجهہ حقيقت رکي ٿو تہ پوءِ اهو وهمپرستي نہ ٿو ٿي سگهي.

| سوال 5.9 | ڇا ڪي اهڙا سائنسدان بہ آهي جيڪي وريَ جنم ۾ ويساهہ رکندا هجن؟ |
|---|---|

جي ها، اهڙا سائنسدان آهن.

(1) ٿامس هگزلي، جيڪو 19 صدي ۾ انگلنڊ جي اسڪولن ۾ سائنس جي پڙهائي شروع ڪرائڻ جو ذميوار هيو، جيڪو ڊارون جي ويچارن جو بچاءَ ڪرڻ وارو پهريون سائنسدان هيو، سو اهو مڃيندو هيو تہ وري جيئرو ٿيڻ، هڪ ٺيڻ-جوڳي ڳالهہ آهيَ.

هن پنهنجي مشهور ڪتاب ”ارتقا، اخلاقيات ۽ ٻيا مضمون“ ۾ لکيو آهي تہ : -

”روح جي مَنِجَڻ [هڪ مرندڙ جسم مان نڪري ڪنهن ٻي جمندڙ جسم ۾ گهرڻ] وارو نظريو؛ ڪٿي اهو ڪتان بہ شروع ٿيو هجي ؛ برهمڻن ۽ ٻُڌمتين ڪي [بهرحال] ماڻهو ۽ ڪائنات جي اهڙي ڳانڍاپي جي رستي ڪي جوڙڻ ۽ ثابت ڪرڻ جو، ڪنهن ياڳي هڪ منطقي طريقو هٿ لڳي ويو.

......بهرحال، ان ڪي ثابت ڪرڻ جو [برهمڻي / ٻُڌمتي] دليل، ڪو ٻين ڪان گهٽ منطقي ناهي. ڪي ابهرا ويچارڪ (مفڪر) ئي اهڙن دليلن ڪي انهيءَ بنياد تي رد ڪري سگهن ٿا تہ اهي [دليل] نا مناسب ۽ ڪل جهڙا آهن.

خود ارتقا جي نظريي وانگر، روح جي مَنِجَڻ واري نظرئي جون پاڙون بہ حقيقت واري دنيا ۾ آهن. ۽ اهو [نظريو] پنهنجي حق ۾ اهڙن مهان دليلن جي دعوا ڪري سگهي ٿو، جيڪي دليل پيٽي ڏسڻ [هڪ جهڙين شين ۽ حقيقتن جي پيٽ ڪرڻ] وارو طريقو ڏئي سگهي ٿو.......“

(2) پروفيسر گست استرامبرگ، هڪ ناليوارو سويڊش فلڪياتي ماهر، آئن اسٽائين جو دوست ۽ فزڪس جو ماهر هيو، سو بہ وري جم جي ويچار کي دلچسپ سمجهي ٿو.

” هن ڌرتي تي انساني روح جي وري موٽي سگهڻ وارن خيالن ۾ گهٽا ئي اختلاف آهن. 1936 ۾ هندستاني سرڪار هڪ اهڙي ڪيس جي ڀرپور جاچ ڪئي هئي. هڪ ڇوڪري (دهلي جائي شانتي ديوي) پنهنجي ان پوئين زندگي بابت (دهلي ڪان 500 ميل پري مترا ۾) بلڪل صحيح بيان ڪري سگهي پئي، جيڪا زندگي ان جي هن ٻي زندگي ڪان هڪ سال اڳ ختم ٿي هئي.

هن پنهنجي مڙس ۾ پار جو نالو ٻڌايو ۽ پنهنجي گهر ۽ پوري زندگي جي ڪهاڻي ٻڌائي. جاچ ڪرڻي ٽيم هن کي پنهنجي پراڻن مائٽن جي اڳيان آندو جن ان جي هر بيان جي تصديق ڪئي.

هندستاني ماڻهن ۾ وري جمڻ کي مڃڻ ڪا نئين ڳالهه ناهي، پر هن ڪيس ۾ عجيب ڳالهه اها هئي ته ان ڇوڪري کي [پوئين جياپي جون] تمام گهڻيون ڳالهيون ياد هيون.

هن ۽ اهڙن ٻين ڪيسن لاءِ اهو چئي سگهجي ٿو ته اهي يادگيري [ذهنيت] جي نه ڊهڻ واري ويچار جا پڪا ثبوت آهن.

(3) پروفيسر جوليان هگزلي، انگلنڊ جو هڪ ناميارو سائنسدان جيڪو يونيسڪو جو ڊائريڪٽر جنرل پڻ هيو، سو اهو يقين رکي ٿو ته وري جمر سائنسي سوچ سان هڪ آواز آهي :

”انهيءَ جي برخلاف ڪجهه به ناهي ته مرڻ وقت هڪ مستقل جيئندڙ انفرادي روح [جسم مان] ائين نڪري ٿو، جيئن هڪ چڙٺي (Transmitter) مشين پاڻ منجهان، هڪ خاص وائرليس نياپو (Message) ٻاهر ڪڍي ٿي. پر اهو ياد رکڻ ضروري آهي ته هڪ وائرليس نياپو وري تڏهن ئي هڪ نياپو ٿيندو جڏهن اهو هڪ نئين مادي جوڙجڪ [جسم] واري جهٽڻي (Reciever, Catcher) سان واسطي ۾ ايندو.

اهو [روح] ايستائين محسوس ڪري سگهڻ ۽ سوچي سگهڻ جهڙو نه ٿيندو، جيسين تائين اهو وري ڪو [ٻيو] جسم حاصل نه ڪري. اسان جون شخصيتون اسان جي جسم سان اهڙو ته ڳنڍيل آهن جو اهو سوچڻ ئي ناممڪن ٿي وڃي ٿو ته ڪو اهڙو به وجود هجي سگهي ٿو جيڪو ڪنهن جسم [ملڻ] کانسواءِ ئي ڪا ذاتي [انفرادي] حيثيت رکندو هجي..............“.

(4) انهي حد تائين جو آمريڪي سيٺ هينري فورڊ جهڙو عملي ماڻهو بہ وري ڄمڻ واري خيال کي مڃڻ جوڳو سمجهي ٿو. فورڊ کي وري ڄمڻ وارو ويچار ان ڪري سٺو لڳو ؛ ڇو تہ مادي پرستي ۽ آسماني ڌرمن جي برخلاف ؛ وري ڄمڻ وارو ويچار ماڻهو کي پاڻ سڌارڻ لاءِ هڪ ٻيو موقعو ڏئي ٿو.

هينري فورڊ جي چواڻي : -

”مان وري پيدا ٿيڻ واري ويچار کي 26 سالن جي ڄمار ۾ اپنايو. ڌرم ان ٽٻڪي (نقطي) تي [ماڻهو کي] ڪجهہ بہ نہ ٿا ڏين. ڪم [ڪندو رهڻ] بہ مونکي مڪمل اطمينان نہ ڏئي سگهيو. ڪم ڪرڻ بيڪار آهي جيڪڏهن هڪ جياپي ۾ گڏ ڪيل تجربو ايندڙ جياپي ۾ ڪم نہ ٿو اچي تہ. جڏهن مونکي وري پيدا ٿيڻ بابت ڄاڻ ملي تہ مون کي ان [ڳالهہ] ۾ هڪ ڪائناتي رٿابندي نظر آئي. مون کي اهو احساس ٿيو تہ مون کي پنهنجي ويچارن تي ڪم ڪرڻ جو موقعو [وري وري ملندي رهڻ وارو] آهي. هاڻي وقت هڪ محدود شيءِ نہ [رهي] هئي. مان گهڙيال جي سين جو ٻانهون نہ رهيو هيس.

تجربو هڪ ذهين شيءِ آهي. ڪي [ماڻهو] ان [ذهانت] کي هڪ ڏاهپ يا [قدرتي] سوکڙي سمجهن ٿا، پر حقيقت ۾ اهو ڪيترن ئي جياپن ۾ ميڙيل هڪ ڊگهو تجربو آهي. ڪي روح ٻين [روحن] کان وڌيڪ ڄمار رکندڙ آهن، سو اهي وڌيڪ ڄاڻو آهن.

وري ڄمڻ واري ويچار کي ڳولي لهڻ منهنجي ذهن کي سڪون پهچايو. ..............مان ٻين [ماڻهن] تائين ان سڪون واري ڳالهہ کي پهچائڻ ٿو چاهيان جيڪو [سڪون] جياپي جي ڊگهي هجڻ [وري ڄمڻ] وارو ويچار اسان کي ڏئي ٿو.“

سو وري جم واري ٻُڌمتي سيڪارٽي کي ڪجھ سائنسي بنياد آهن. اها [سيڪارٽي] هڪ منطقي جزاءُ آهي ۽ اهو [وري جم وارو] ويچار گهٽي حد تائين انهن سوالن جا جواب ڏئي ٿو جيڪي ماڻهو- ذات جي منزل جي باري ۾ اهميت رکن ٿا.

ٻُڌا جي مطابق ته جيڪڏهن هن جياپي ۾ توهان نرواڻ حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام رهو ٿا ته توهان کي ڪوشش ڪرڻ لاءِ ٻيو موقعو ملندو. جيڪڏهن توهان هن جياپي ۾ چُڪون ڪيون آهن ته توهان ٻي جياپي ۾ پاڻ کي نيڪ ڪرڻ لائق ٿي سگهو ٿا. توهان کي سچ پچ پنهنجي چُڪن مان سکڻ جو موقعو ملندو. جيڪو ڪجھ توهان هن جياپي ۾ حاصل نہ ڪري سگهيا، سو توهان ايندڙ جياپي ۾ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

ڪيڏي نہ سهڻي سمجهاڻي آهي اها!

| سوال 5.10 | اهو منطقي طور تہ مطمئن ڪندڙ آهي، پر مونکي اجا بہ اهو ڪجھ شڪي لڳي رهيو آهي؟ |
|---|---|

.نيڪ آهي. ٻُڌمت ڪنهن اهڙي قسم جو ڌرم ناهي، جنهن ۾ توهان کان [دستاويز تي] صحيح ڪرائي وجي تہ توهان انجي هر سيڪارٽي کي مڃو.

مقصد اهو ناهي تہ توهان کان زبردستي اهو مڃرائجي جنهن کي توهان جو ذهن قبول نٿو ڪري. توهان ٻُڌمت جي رڳو انهن شين تي عمل ڪري سگهو ٿا، جيڪي توهان لاءِ مدد گار هجن. رڳو انهن ويچارن کي مڃو جيڪي توهان کي سمجهہ ۾ اچن ۽ فائدو ڏئي سگهن، وري جم کي مڃڻ کان سواءِ ئي.

ڪهڙي خبر، ڪنهن وقت توهان کي وري جم [واري ويچار] جي سچائي ڏسجڻ ۾ اچي وڃي.

# دري 6 - ڌيانڪاري (Meditation) بابت سوال

| سوال 6.1 | ڌيانڪاري ڇا آهي؟ |
|---|---|

ڌيانڪاري هڪ شعوري ڪوشش آهي، ذهن جي ڪم ڪرڻ واري نموني کي مَٽائڻ لاءِ. ڌيانڪاري کي پالي ٻولي ۾ 'ڀاوندا' چئجي ٿو جنهن جي معنا آهي 'پالي وڌو ڪرڻ' يا 'ترقي وٺرائڻ'.

| سوال 6.2 | ڇا ڌيانڪاري هڪ اهم شيءِ آهي؟ |
|---|---|

جي، اها اهم آهي.

اسان سڀني ٽيڻ جي ڪيتري به سڌ (خواهش) رکون، پر جيڪڏهن اسان پنهنجيون اهڙيون چاهتون نه ٿا مَٽايون، جيڪي اسان کان اهڙا [ڪڏا] ڪم ڪرائن ٿيون ته پوءِ تبديلي آڻڻ ڏکي آهي.

جهڙوڪ هڪ ماڻهو اهو محسوس ڪري ٿو ته هو پنهنجي گهرواري سان اُٻهرو رويو رکي ٿو ۽ هو پاڻ سان وچن ٿو ڪري، "هاڻي کان وٺي مان اڌيرج (Impatient) نه ٿيندس". پر هڪ ڪلاڪ گذرڻ کانپوءِ هو زال سان ساڳيون ئي رڙيون ڪري ٿو ڳالهائي؛ بلڪل غير ارادي طرح؛ ڇو ته اٻهرائي، بنا ٻُڌائڻ جي هن ۾ ايري آئي آهي.

ڌيانڪاري [ماڻهو] ۾ جاڳرتا پيدا ڪري ٿي ۽ اها توانائي پيدا ڪري ٿي جيڪا ذهن ۾ اڪريل چڙن کي مَٽائڻ لاءِ گهربل آهي.

| سوال 6.3 | مون ٻُڌو آهي تہ ڏيانڪاري هاڃيڪار ٿي سگهي ٿي. ڇا اهو سچ آهي؟ |
|---|---|

جيئري رهڻ لاءِ اسان کي لوڻ کپي. پر جيڪڏهن هڪ ڪلو لوڻ هڪ هنڌ کائجي تہ شايد موت ٿي ويندو. اڄوڪي نڪور (جديد) دنيا ۾ ماڻهو کي پنهنجو ڪم ڪار وقت تي پوري ڪرڻ لاءِ ڪار گاڏي جي گهُرج آهي، پر جيڪڏهن ٽريفڪ جي قانون تي نہ هلجي يا نشي ۾ ڪار هلائجي تہ ڪار هڪ هاڃيڪار مشين ثابت ٿيندي.

ڏيانڪاري بہ ائين ئي آهي، اها اسان جي ذهني چڱيلائي لاءِ لازمي آهي، پر جيڪڏهن اها غلط طريقي سان ڪبي تہ مسئلا پيدا ڪندي.

ڪي اهڙا ماڻهو جيڪي ذهني مونجهارن، ٻي ڪارڻ ڊپ ۽ شيزوفرينزيا (Schizophrenzia) [يادگيري ختم ٿي وڃڻ واري بيماري] جا مريض آهن، اهي سمجهن ٿا تہ ڏيانڪاري انهن جي بيماري جو ترت علاج آهي. اهي پنهنجو پاڻ ڏيانڪاري ڪرڻ شروع ڪري ڏين ٿا ۽ ڪڏهن ڪڏهن اهڙن ماڻهن جو مامرو اڃا بہ وڌيڪ خراب ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن سان اهڙا ذهني مسئلا آهن تہ انهن کي ڊاڪٽرن جي مدد وٺي چڱو پلو ٿي ڪري، پوءِ ڏيانڪاري شروع ڪرڻ گهرجي.

ٻيا ماڻهو وري پنهنجي وس کان وڌيڪ وٺوٺ ڪن ٿا. اهي ڏيانڪاري شروع ڪن ٿا، ۽ وک وک ڪري هلڻ جي بدران، ڏيانڪاري تي تمام گهڻي توانائي ۽ گهڻو وقت لڳائن ٿا، ۽ پوءِ پاڻ کي پيڄي ٿا لاهن.

پر شايد، ڌيانڪاري ۾ سڀ کان وڏيڪ مسئلا ’ڪنگارو ڌيانڪاري‘ (Kangaroo Meditation) ۾ ٿين ٿا. ڪجهہ ماڻهو هڪ استاد وٽ وڃن ٿا ۽ ڪجهہ وقت ان جي طريقي تي هلن ٿا. پوءِ ڪنهن ڪتاب ڪي پڙهي ان جي طريقي تي هلڻ جي ڪن ٿا. هڪ هفتي ڪانپوءِ ڪو مشهور ڌيانڪاري استاد سندن شهر ۾ اچي ٿو، هاڻي اهي ماڻهو ان استاد جا ڪجهہ ويچار بہ پنهنجي ڌيانڪاري ۾ وجهن ٿا ۽ نتيجي ۾ ٿوري ئي وقت ۾ ڏاڍي بري مونجهاري ۾ ڦاسي ٿا پون. ڪنگارو وانگي، ڌيانڪاري جي هڪ طريقي کان ٻي طريقي ڏانهن، يا هڪ استاد کان ٻي استاد ڏانهن ٽپا ڏيڻ وڏي غلطي آهي.

پر جيڪڏهن ڪنهن سان ڪو وڏو ذهني مسئلو ناهي، ۽ اهو ڌيانڪاري شروع ڪري ٿو ۽ ساڄاهہ کان ڪم وٺندي اڳتي وڌي ٿو تہ، ان لاءِ ڌيانڪاري کان وڌيڪ ٻي ڪا شيءِ فائديمند ناهي.

| سوال 6.4 | ڌيانڪاري جا ڪيترا قسم آهن؟ |
|---|---|

ٻُڌا ڌيانڪاري جا ڪيترائي قسم سيکاريا آهن. هر قسم ڪنهن خاص مسئلي جي نبيري لاءِ آهي ۽ ڪنهن خاص نفسياتي بيهڪ جي واڌاري لاءِ آهي.

پر ڌيانڪاري جا ٻہ عام ۽ ڪارائتا قسم آهن:

1- ساهاڻي ڌيانڪاري (Breathing Meditation)
[پالي ٻولي ۾ اناپانا سَتي].

2- ٻاجهہ پريت يا ٻاجهاڻي ڌيانڪاري (Loving Kindness Meditation)
[پالي ٻولي ۾ ميتا ڀوانا].

| سوال 6.5 | جيڪڏهن مان ساهاٽي ڌيانڪاري (Breathing Meditation) ڪرڻ چاهيان ته اها ڪيئن ڪريان؟ |
|---|---|

توهان کي هي سوليون وکون کڻڻيون آهن:
چار وکون: جاءِ (جو بندوبست)، جسماني ويهڪ، عمل (ڪرڻ) ۽ مسئلا (نبيرڻ).

(1) پهريون، هڪ مناسب هنڌ يا جاءِ هٿ ڪريو، ڪا اهڙي ڪوني جتي گوڙ گهٽ هجي ۽ ڪو دخل اندازي نه ڪري.
(2) ٻيون، سولي جسماني ويهڪ سان ويهي رهو. سٺي طريقو هيئن آهي ته ٽنگن جي پلٿي هڻو، ٻنڌڻن جي هيٺان ويهاڻي هجي، پٺي سڌي، هٿ جهولي ۾ رکيل ۽ اکيون ٻوٽيل هجن. ٻيو طريقو ڪرسي تي ويهڻ جو به آهي جيڪڏهن پٺي جو ڪنڊو سڌو ويهاري سگهجي ته.
(3) اڳتان اصل عمل شروع ٿئي ٿو. ماٺ ۾ ويهي ڪري، اکيون ٻوٽي، پنهنجو سڄو ڌيان ساهه جي اندر ۽ ٻاهر واري هلت تي لڳايو. ڌيان کي هڪ جاءِ تي ٽِڪَ (Project at a point, Focus) ڪرڻ لاءِ ساهه کڻجن يا وري پيٽ جي هيٺ مٿي ٿيڻ واري چرپر کي سوچ ۾ رکجي.
(4) جڏهن ائين ڪبو ته ڪجهه ڏکيائون ۽ ڪجهه مسئلا پڻ ٿيندا. جسم جي ڪنهن ڀاڱي ۾ ڪا چڪ يا گوڏن ۾ بي آرامي پيدا ٿيندي. جيڪڏهن ائين ٿئي ٿو ته جسم کي چورڻ بنا سولو ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ سوچ کي ساهه جي هلت تي ڄمائي رکو.

توهان جي ذهن ۾ ڪيئي ويچار دخل انداز ٿيندا ۽ ساهاٽي (Breathing) تان ڌيان هٽائڻ جي ڪندا. انهي مامري جي نبيري جو هڪ ئي ڏڳ آهي، ڌيرج سان پنهنجو ڌيان ساهاٽي تي ورائيندا رهو. جيڪڏهن توهان ائين ڪندا رهندو ته آخرڪار

ٻاهريان ويچار گهٽبا ويندا ۽ توهان جو ڌيان سگهارو ٿيندو ويندو ۽ توهان تي هڪ اونهي، ذهني ۽ اندروني سڪون جون گهڙيون اينديون وينديون.

| سوال 6.6 | ڌيانڪاري ڪيتري وقت لاءِ ڪرڻ گهرجي؟ |
|---|---|

سنو اهو آهي تہ هڪ هفتي لاءِ ڏهاڙي 15 منٽن جي ڌيانڪاري ڪجي، ۽ پوءِ هر ايندڙ هفتي ۾ 5 منٽ وڌائيندي، تان وجي 45 منٽن تي پهچجي.

ڪجهہ هفتن جي ساندهہ ڌيانڪاري ڪانپوءِ توهان ڏسندو تہ توهان جو ڌيان الاهي سنو تي ويو اهي.

| سوال 6.7 | ’ٻاجهہ پريت‘يا ’ٻاجهاڻي ڌيانڪاري‘ (Loving Kindness Meditation) ڇا آهي ۽ اها ڪيئن ڪبي آهي؟ |
|---|---|

هيڪر توهان ساهاڻي ڌيانڪاري سان واقف تي وجو ۽ ان تي عمل ڪري رهيا هجو تہ پوءِ توهان ’ٻاجهاڻي ڌيانڪاري‘ تي عمل شروع ڪري سگهو ٿا. اها هر هفتي ۾ 2-3 ڀيرا، ساهاڻي ڌيانڪاري ڪرڻ کان پوءِ ڪرڻ گهرجي.

پهريون توهان پنهنجو ڌيان پنهنجي مٿان ورايو ۽ هيٺيان لفظ چئو :

”شال مان سَرهوءِ چڱو ڀلو رهان. شال مان سڪون ڀريو ۽ شانت رهان. شال مان خطرن کان بچيو رهان. شال منهنجو ذهن نفرت کان آجو رهي. شال منهنجو من پيار سان ڀريو رهي. شال مان سَرهو ۽ چڱو ڀلو رهان “.

ان کان پوءِ توهان هڪ هڪ ڪري اهڙن ماڻهن کي پنهنجي سوچ ۾ آڻيو :

- هڪ پيارو ماڻهو.
- هڪ اڻڏريو ماڻهو، جنهن سان نڪو پيار هجي ۽ نہ وري جنهن کان نفرت هجي.
- ۽ پڇاڙي ۾ ڪو اڻوڻندڙ ماڻهو.

انهن مان هر هڪ ماڻهو لاءِ دل منجهہ سنيون سنيون خواهشون سوچيندا وڃو.

| سوال 6.8 | هن قسم واري ڏيانڪاري مان ڪهڙا فائدا آهن؟ |
|---|---|

جيڪڏهن توهان لاڳيتو باجهاڻي ڏيانڪاري (Loving Kindness Meditation) ڪندا رهندو ۽ اها بہ سني رويي سان، تہ توهان کي پنهنجي اندر واڌوڙ (Positive, Incremental) تبديليون ٿيندي نظر اچي سگهن ٿيون.

توهان ڏسندا تہ هاڻي توهان پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ قابل قبول لڳو ٿا ۽ پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ معاف ڪري سگهو ٿا.

توهان ڏسندو تہ توهانجي پيارن لاءِ توهانجا احساس اجا بہ وڌندا.

توهان ڏسندو تہ توهان انهن ماڻهن ڏانهن دوستي جو هٿ وڌائيندو جن ڏانهن اڳ ۾ توهان بي ڌيان ۽ اڻ لاڳياپيل (لاتعلق) رهندا هيو.

توهان ڏسندو تہ جن ماڻهن لاءِ توهان وٽ جيڪا ڪوڙاڻ ۽ غلط خيال هيا، سي گهٽ ٿيندي ٿيندي نيٺ پڇاڻ تي ويندا.

جيڪڏهن توهان ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن اهڙي ماڻهو کي بہ پنهنجي ڌيان ۾ سارينداجيڪو بيمار آهي يا ڪنهن ڏک ڏوجهري ۾ ورتل آهي، تہ توهان ڏسندو تہ اهڙي ماڻهو جي حالت سڌاري جي پاسي ويندي.

| اھوڪيئن ممڪن آھي؟ | سوال 6.9 |
|---|---|

ذھن ؛ جيڪڏھن ان کي نيڪ طرح ترقي ڏجي تي تہ؛ ھڪ سگھارو اوزار آھي. جيڪڏھن اسان پنھنجي ذھني سگھہ کي ھڪ جائتو بيھاري سگھون ۽ ان سگھہ کي ٻين ماڻھن جي مٿان وجھي سگھون تہ اھا [اسانجي ذھني سگھہ] انھن ماڻھن [جي ذھن ] جي مٿان ضرور اثرانداز ٿيندي.

توھان جي تجربي ۾ اڳ بہ اھڙا معاملا تي گذريا ھوندا. جھڙوڪ توھان ماڻھن سان پريل ھڪ ڪوٺي ۾ ھجو ۽ توھان کي اوچتو اھو محسوس ٿيو ھجي تہ ڪو ماڻھو توھان کي نھاري رھيو آھي. توھان پوئتي نھاريو تا ۽ پڪ سان ڪو ماڻھو توھان کي گھُوري رھيو آھي. ڇا ٿيو؟ اھو ائين ٿيو جو توھان ڪنھن ٻي ماڻھو جي ذھني توانائي جھٽي ورتي.

پريتي ٻاجھہ بہ انھي وانگر آھي. اسان پنھنجي واڌوٽي (Positive, Incremental) ذھني توانائي، انھن [بيمار ۽ ڏکايل] ماڻھن تي ٽِڪَ ڪريون تا ۽ اھا توانائي انھن کي ھوري ھوري [سڌاري ۽] تبديل ڪري ٿي.

| ڇا ڏيانڪاري جا ڪي ٻيا قسم بہ آھن؟ | سوال 6.10 |
|---|---|

ھا. ڏيانڪاري جو آخري ۽ شايد سينان اھم قِسم آھي ”وپاسانا“. ھن لفظ جو مطلب آھي ’اندر واجھائي ڏسڻ‘ يا ’اونھو ڏسڻ‘. عام طور تي اسان ان کي ”اندر واجھاڻي ڏيانڪاري“ (Inward Looking Meditation) چئون ٿا.

| ’اندر واجھاڻي‘ ڏيانڪاري (Inward Looking Meditation) جي ڪجھہ اپٽار ڪريو؟ | سوال 6.11 |
|---|---|

”اندر واجهاٽي ڏيانڪاري“۔ ۾ ماڻهو ان ڳالهه جي ڄاڻ وٺڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته ساڻس [زندگي ۾] ڇا وهي واپري رهيو آهي. پر ان ڳالهه تي وڌيڪ ٻي ڪا سوچ ويچار ڪرڻ ۽ ٻيو ڪو ردعمل ناهي ڏيکارڻو.

| سوال 6.12 | ته پوءِ ان ڏيانڪاري جو مقصد ڇا آهي؟ |
|---|---|

عام طور اسان پنهنجي تجربي ۾ ايندڙ ڳالهين کي سٺو يا خراب سمجهون ٿا، يا وري ان جي نتيجي ۾ اسان جي ذهن ۾ ڪي سوچون، ڪي يادگيريون يا ڪي خوابن جهڙا تصور اڀري اچن ٿا. اسان ۾ پيدا ٿيندڙ اهي سڀ ردعمل، اسان جي تجربي ۾ ايندڙ اصل ڳالهين کي ڏنڊلو بڻائن يا بگاڙين ٿا.
بنا ڪنهن ردعمل ڪرڻ جي، پنهنجي باري ۾ اهڙي ڄاڻ حاصل ڪري، اسان اهو ڏسڻ لائق بڻجون ٿا ته آخر اسان ائين ڇو ٿا سوچيون، ائين ڇو ٿا ڳالهايون ۽ اهڙا عمل ڇو ٿا ڪريون. ۽ پڌرو آهي ته پنهنجي باري ۾ وڌيڪ ڄاڻ جو هجڻ اسان جي جياپي تي واڌوڻ اثر وجهي ٿو.

”اندر واجهاٽي“ ڏيانڪاري تي عمل ڪرڻ جو ٻيو فائدو اهو آهي، ته ڪجهه وقت ڪانپوءِ اُها اسان ۾ ۽ اسان جي تجربي جي وچ ۾ هڪ وٿي پيدا ڪري ٿي. تنهنڪري ڪنهن لالچ ملڻ تي يا ڪنهنجي تنگ ڪرڻ تي، اسان هڪدم ۽ لاشعوري طور تي ڪو ردعمل ڏيڻ جي بدران، پنهنجو پاڻ کي ڪجهه روڪ ڏيڻ جي لائق بڻجون ٿا. ته جيئن ان فيصلي ڪرڻ جو ڏنگو ملي وڃي ته اسان کي ڪجهه ڪرڻ کپي يا نه ۽ جيڪڏهن ڪجهه ڪرڻو آهي ته ڇا ڪرڻ گهرجي.

هن ڏيانڪاري جي ڪري اسان پنهنجي زندگي کي ضابطي ۾ آڻي سگهون ٿا. اهو ان ڪري ناهي ته اسان ڪو لوهه جهڙو

ارادو ڪيو اهي پر رڳو ان ڪري ته اسان پنهنجي باري ۾ وڌيڪ چٽائي سان ڏسي ۽ ڄاڻي سگهون ٿا.

| | |
|---|---|
| سوال 6.13 | **سو اهو چوڻ صحيح ٿيندو ته 'اندر واجهائي' ڌيانڪاري اسان کي سڄي ۽ سرهي ماڻهو ٿيڻ ۾ مدد ڪري ٿي؟** |

جي ها، پر اها رڳو هڪ شروعات آهي؛ هڪ اهم شروعات. پر "اندر واجهائي" ڌيانڪاري جو انڪان به هڪ مهان مقصد آهي.

جيئن جيئن ڌيانڪاري تي اسانجو عمل پختو ٿئي ٿو ته پنهنجي باري ۾ اسانجي ڄاڻ گهري ٿئي ٿي. اسان اهو محسوس ڪرڻ شروع ڪيون ٿا ته اسانجو پنهنجو تجربو [اسانجي لاءِ] ڪا اڻ ذاتي شيءِ آهي، اسان کي هڪ اهڙو تجربو ٿي رهيو آهي جيڪو هڪ 'مان' کانسواءِ آهي، ۽ اهو ته ڪو اهڙو 'مان' آهي جنهن کي اهو تجربو ٿي رهيو آهي.

شروعات ۾ "اندر واجهائي" ڌيانڪار ماڻهو کي ڪڏهن ڪڏهن اهڙي ڏيکاري ملي ٿي، پر وقت گذرڻ سان گڏ اهو احساس وڌيڪ چٽو ٿيندو رهي ٿو.

| | |
|---|---|
| سوال 6.14 | **اها ڳالهه ته ڏاڍي پوائتي ٿي لڳي؟** |

ها ائين آهي. ۽ حقيقت ۾ جڏهن پهريون ڀيرو ڪنهن ماڻهو کي اهو تجربو ٿئي ٿو ته هو ڪجهه ڊڄي سگهي ٿو. پر سنت ئي ان ڊپ جي جاءِ تي هڪ اونهو احساس اچي وڃي ٿو - اهو احساس ته هو اهو [ماڻهو] ناهي جيڪو هو پاڻکي سمجهندو رهيو آهي. هوري هوري 'انا' هيٺي ٿيڻ شروع ٿئي ٿي ۽ وقت سان گڏ اها پوري ريت ختم ٿي وڃي ٿي ۽ ان سان گڏ 'مان'، 'مون' ۽ 'منهنجو' جا احساس پڻ.

هي اهو ٽپڪو (Point, Dot) آهي، جتان ٻُڌمتين جو جياپو ۽ سچ پچ تہ هنن جو سڄو ويچارڙو (نظريو) ٺي مَنجهہ شروع ٿئي ٿو.

ٿوري سوچي ڏسو تہ ڪيترن ئي ذاتي، سماجي، ويندي عالمي جهيڙن جي پاڙ ان 'انا' منجهان ئي ڦُٽي نڪتل آهي. 'قومي يا نسلي وڏائي' وارو احساس، ٻين قومن جي هٿان ڌوڪي ملڻ، بيعزت ٿيڻ يا خطرو پائڻ وارا احساس پڻ انهيءَ 'انا' منجهان ئي ڦُٽي نڪرن ٿا. اهي نعرا تہ 'هي منهنجو آهي'، 'هن شيءِ تي اسانجو ئي حق آهي' اهڙا سڀ جذبا پڻ ان 'انا' منجهان ئي ڦُٽن ٿا.

ٻُڌمت جي مطابق، سچو سڪون ۽ سچي خوشي رڳو تڏهن ئي حاصل ٿئي ٿي جڏهن اسان پنهنجي اصل سڃاڻپ ڳولي لهون ۽ ان ڪي چئجي ٿو جاڳرتا.

| سوال 6.15 | **اهو هڪ دل کي وڻندڙ ويچار تہ لڳي ٿو پر ساڳي وقت خطرو بہ محسوس ٿئي ٿو. هڪ جاڳرتاوان ماڻهو پنهنجي 'هجڻ' جي احساس يا ڪنهن شيءِ جي 'مالڪ هجڻ' جي احساس کانسواءِ ڪيئن هلي چلي ٿو؟** |
|---|---|

بلڪل ائين ئي هڪ جاڳرتاوان ماڻهو بہ اسان کان اهو سوال ڪري سگهي ٿو.

توهان پنهنجي 'هجڻ' جي احساس هوندي ڪيئن هلي چلي سگهو ٿا؟

توهان ڪيئن ههڙي ڪني سواد وارا احساس سهي سگهو ٿا - ڊپ، ساڙ، ڏک ۽ وڏائي ; پنهجا بہ ۽ ٻين ماڻهن جا بہ.

توهان اهڙي جهڳ جهڳان کان ڪَڪِ (بيزار) نتا ٿيو - گهٽي کان گهٽو مال ڪنو ڪرڻ واري ڊوڙ کان، ٻين ماڻهن کان اڳتي نڪرڻ ۽ وڌيڪ خوشحال رهڻ جي چتاپيتي کان، انهيءَ گھٽتي ڏيندڙ احساس کان ته اهو سڀ گڏ ڪيل مال توهان جي هٿن مان کسجي به سگهي ٿو.

ڏيکارجي اهو ٿو، ته جاڳرتاوان ماڻهو جو جياپو سڌو سادو ۽ سانت وارو آهي. اهي اڻ جاڳرتاوان ماڻهو، توهان ۾ مون جهڙا ئي آهن، جيڪي مسئلن ۾ سدا ڦاٿل ۽ مسئلن جي پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ بڻيل آهن.

| سوال 6.16 | توهان جو ويچار ٽٻڪو (Point of Idea) ته هاڻي مون کي ڏسجڻ ۾ اچي ٿو، پر اهو ٻڌايو ته جاڳرتاوان ٿيڻ لاءِ ڪيترو وقت ڌيانڪاري ڪرڻي پوندي؟ |
|---|---|

اهو ٻڌائڻ ناممڪن آهي ۽ شايد ان ڳالهه جي ڪا خاص اهميت بَه ناهي. جو نه ڌيانڪاري جي شروعات ڪجي ۽ ڏسجي ته اها توهان کي ڪٿي ٿي پهچائي.

جيڪڏهن توهان سچائي ۽ هوشيارپ سان [ڌيانڪاري تي] عمل ڪندو ته توهان کي ڏسڻ ۾ ايندو ته ان توهان جي جياپي جي گڻن ۾ ڪافي سڌارو آندو آهي. انهي واران توهان ڌيانڪاري ۽ ڌرم جي وڌيڪ اونهائي ۾ جاچ جوچ ڪري سگهو ٿا. اڳتي هلي ڪري، ڌيانڪاري توهان جي جياپي جي هڪ اهم شيءِ بڻجي سگهي ٿي.

سفر شروع ڪرڻ کان پهريان ئي، ان وات جي متين ڏاڪن جي باري ۾ ڳڻتي نه ڪريو. هڪ وقت ۾ هڪ وک کڻي اڳتي وڌو.

| چا ڏيانڪاري سکڻ لاءِ مون کي ڪنهن استاد جي ضرورت آهي؟ | سوال 6.17 |
| --- | --- |

هر حال ۾ ڪنهن استاد جي گهرج واري ڳالهہ ناهي. پر ڏيانڪاري جي ڪنهن ڄاڻوڪار جي صلاح ونجي تہ ضرور مددگار ٿيندي. بدقسمتي سان ڪي پڪشو ۽ عام ٻُڌمتي پنهنجو پاڻ کي ڏيانڪاري استاد سمجهن ٿا، جڏهن تہ انهن کي اها ڄاڻ ئي ناهي تہ هو ڇا پيا ڪن.

ڪو اهڙو استاد ڳولڻ جي ڪوشش ڪيو، جيڪو سني ڪارپت رڪندڙ هجي، هڪ پاڻ پري شخصيت جو مالڪ هجي، ۽ جيڪو ٻُڌا جي سيکارٿين تي پورو هلندڙ هجي.

| مان ٻُڌو آهي تہ ڪيترائي نفسياتي ڊاڪٽر ۽ نفسياتي ماهر بہ ڏيانڪاري کي وڌ کتب آڻي رهيا آهن. ڇا اهو سچ آهي؟ | سوال 6.18 |
| --- | --- |

ها اهو سچ آهي. ڏيانڪاري لاءِ هاڻي اهو مڃيو وڃي ٿو تہ اها ذهن جي مٿان وڌ اثرائتي آهي. ذهني ماهر ڏيانڪاري کي ذهني سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ، نفسياتي ڊپُ ختم ڪرڻ لاءِ ۽ پاڻ سڃاڻپ (Self Recognition, Self Awareness) لاءِ کتب آڻي رهيا آهن.

انساني ذهن بابت ٻُڌا جي اونهي نظر، هن وقت بہ ماڻهن جي ائين سهائتا ڪري رهي آهي جيئن ان پراڻن وقتن ۾ ڪئي هئي.

# دري 7 - ڏاهپ ۽ ٻاجھہ

| سوال 7.1 | ٻُڌمت ۾ ”ڏاهپ ۽ ٻاجھہ“ (Wisdom & Compassion) جي اصطلاحن جو مطلب ڇا آهي؟ |
| --- | --- |

ڪجھہ ڌرمن وٽ اهو عقيدو آهي تہ ٻاجھہ يا پيار (ٻئي ڳالهيون هڪٻئي جي بلڪل ويجهو آهن) هڪ وڏي اهم خاصيت آهي؛ پر اهي ڌرم ڏاهپ جي ترقي جي مامري ۾ ڪو بہ ڌيان نٿا ڏين. نتيجي طور اهڙي ڌرم جي پوئلڳ ماڻهو جو انجام هڪ ٻاجهاري دل وارو بيوقوف آهي، جنهن وٽ نہ هجڻ برابر ساڃاھ آهي.

ٻيا ويچار جهڙوڪ سائنس اهو سمجهن ٿا تہ ڏاهپ کي تڏهن ئي ترقي ڏئي سگهجي ٿي جڏهن سڀ جذبا، ٻاجھہ سوڌا، هڪ پاسي ڪري ڇڏجن. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو سائنس رڳو نتيجن ونڻ ۾ جنبي وئي جڏهن تہ اها ڳالھہ ئي وساري وئي تہ سائنس جو مقصد ماڻهو جي سيوا آهي نڪي ان ماڻهو تي ضابطو ۽ قبضو ڪرڻ. ائين نہ هجي ها تہ جيڪر ڪوئي بہ سائنسدان پنهنجون صلاحيتون ائٽمي بم ۽ ”ماڻهو مار جيتامڪ جنگين“ (Germ Warfare) ۽ ٻين اهڙين [هاڃيڪار] شين لاءِ استعمال نہ ڪن ها.

جڏهن تہ ٻُڌمت سيکاري ٿو تہ ماڻهو کيٰ مڪمل ۽ ٺـريل ٺُڪيل هجڻ لاءِ ڏاهپ ۽ ٻاجھہ ٻنهي کي وڌائڻو پوندو.

| سوال 7.2 | سو بُڌمت جي مطابق ڏاهپ ڇا آهي؟ |
|---|---|

سينان وڏي ڏاهپ اهو ڏسڻ ۽ سمجهڻ آهي تہ هرلڪاءُ حقيقت منجهہ هڪ اڻپورو، 'سڀ ڪجهہ پنهنجو پاڻ نہ' (Not-Self) ۽ 'اڻسدائين' (Impermanent) آهي. اها ساڃاهہ [ماڻهو کي] پوري ريت آزاد ڪري ٿي ۽ هڪ مهاخوشي ۽ حفاظت ڏانهن وٺي وڃي ٿي جنهن کي نرواڻ سڏجي ٿو.

اها ڏاهپ ناهي جو جيڪا ڳالهہ اسان کي ٻُڌائي وڃي ان تي هڪدم ڀروسو ڪجي. سچي ڏاهپ تڏهن آهي، جڏهن اسان پاڻ سڌو سنئون ڏسون ۽ سمجهون.

ڏاهي ماڻهو کي بند دماغ هجڻ بدران، کليو دماغ رکڻ گهرجي، [پنهنجي ويچارن تي] اڙي بيهڻ جي بدران ٻين جي [ويچارن جي] ٽيڪن/نقطن کي بہ ٻُڌڻ گهرجي. واريءَ ۾ منهن وجهڻ بدران پنهنجي عقيدي جي ابتڙ حقيقتن کي ڌيان سان جاچڻ گهرجي. ڪنهن پاسي جهڪاءُ رکڻ ۽ ڊر ٿيڻ بدران مقصديت جي پاسي هجڻ گهرجي. وڏن کان ملندڙ يا جذباتي عقيدن جي بدران پنهنجي ويچارن ۽ عقيدن جوڙڻ لاءِ وقت وٺڻ گهرجي. ۽ جنهن صورت ۾ حقيقتون سندس ويچارن جي ابتڙ هجن تہ پنهنجن عقيدن کي مَٽائڻ لاءِ سدائين تيار رهڻ گهرجي.

جيڪو ماڻهو ائين ڪري ٿو اهو پڪ سان ڏاهو آهي ۽ نيٺ اهو ساڃاهہ حاصل ڪري ٿو. جيڪو ٻُڌايو وڃي انهي تي تڪڙو ويساهہ ڪرڻ سولو ڪم آهي. پر ٻُڌمت جو رستو همت، ڌيرج ۽ عقل جي گهُر ڪري ٿو.

| | |
|---|---|
| سوال 7.3 | مان سمجهان ٿو تہ ڪجهہ ماڻهو ئي ائين ڪري سگهن ٿا. جيڪڏهن ٿورا ماڻهو ئي ان تي عمل ڪري سگهن ٿا تہ پوءِ ٻُڌ ڌرم جو ڪهڙو فائدو؟ |

اهو صحيح آهي تہ اڃا تائين هر هڪ ماڻهو ٻُڌمت جي سچين ڳالهين تي عمل ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. پر جيڪڏهن هن وقت ڪنهن ماڻهو ۾ ان کي سمجهڻ جي صلاحيت ناهي تہ شايد هو پنهنجي ايندڙ جياپي ۾. انهن کي سمجهڻ لائق ٿي سگهندا. انهي هوندي بہ ڪيترائي اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي همٿ وٺرائڻ يا صحيح سمجهاڻي ملڻ سان پنهنجي ساڃاهہ وڌائڻ لاءِ تيار آهن. ۽ اهوئي ڪارڻ آهي جو ٻُڌمت ڌيرج ۽ ماٺ واري ورتاءُ سان پنهنجا اونها ويچار ٻين سان ونڊڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي.

ٻُڌا اسان کي ٻاجهہ وچان سيکاريو آهي ۽ اسان کي بہ گهرجي تہ ٻين ماڻهن کي ٻاجهہ وچان سيکاريون.

| | |
|---|---|
| سوال 7.4 | ٻُڌمت جي مطابق ٻاجهہ جو مطلب ڇا آهي؟ |

بلڪل ڏاهپ وانگر جيڪا اسان جي فطرت جي منطق ۽ ساڃاهہ واري پاسي بابت آهي؛ ٻاجهہ بہ ائين ئي ماڻهو جي جذبات ۽ احساس واري پاسي سان لاڳاپيل آهي.

انگريزي لفظ "Compassion" ٻن لفظن جو جوڙ آهي "Com" جو مطلب آهي "گڏ" ۽ "Passion" جو مطلب آهي "سگهارو احساس". ۽ اها ئي ٻاجهہ (Compassion) آهي.

جڏهن اسان کي ڪوئي ڏکويل نظر اچي ٿو ۽ اسان هن جي سور کي پنهنجو سور سمجهي محسوس ڪريون ٿا، ۽ هن جي

سور کي گهٽائڻ يا ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪريون ٿا، تہ پوءِ اهائي ٻاجهہ آهي.

سو ماڻهن جي اندر سيئي سٺيون خاصيتون، سيئي ٻُڌا جهڙيون خاصيتون، جهڙوڪ حال پائي ٿيڻ، ٻين کي سک پهچائڻ، هڏ ڏوکي هجڻ، ٻين جو خيال رکڻ - اهي سڀ شيون ٻاجهہ جو پڌراءُ ٿي آهن.

توهان ڏيان ڪري ڏسندا تہ هڪ ٻاجهاري ماڻهو ۾ ٻين جي لاءِ 'پيار ۽ سنيار' واري جذبي جي پاڙ سندن پنهنجي لاءِ 'پيار ۽ سنيار' واري جذبي منجهان ئي اپري ٿي. اسان سٺي طرح ٻين کي تڏهن ئي سمجهي سگهون ٿا جڏهن اسان پنهنجو پاڻ کي سمجهون. اسان ٻين جو ڀلو تڏهن ئي چاٽي سگهنداسين جڏهن پنهنجو ڀلو چاٽي سگهون. اسان ٻين لاءِ احساس تڏهن ئي ڏاري سگهون ٿا جڏهن اسان پنهنجي لاءِ احساس رکنداسين.

سو ٻُڌمت جي اندر، هڪ ماڻهو جي پنهنجي اندر روحاني اپار، فطري طور ٻين لاءِ ڀلي ۽ سنڀال جو جذبو اپاريندو. ٻُڌا جي جياپي جو مثال انهيءَ ڳالهہ کي چٽي ريت کولي ٻُڌائي ٿو. پنهنجي ڀلي جي جدوجهد ۾ 6 سال گذارڻ کانپوءِ ئي ٻُڌا ان جي لائق ٿيو تہ هو سڀني ماڻهو ذات کي فائدو پهچائي سگهي.

| سوال 7.5 | **توهان چئو ٿا تہ اسان پنهنجي مدد ڪرڻ کان پوءِ ئي صحيح طرح سان ٻين جي مدد ڪري سگهون ٿا. ڇا اها خود غرضي ناهي؟** |
|---|---|

عام طور تي اسان اهو سمجهون ٿا تہ "ٻين کان پهريان پنهنجو خيال رکڻ" خودغرضي جي برابر آهي. جڏهن تہ "پاڻ کان پهريان ٻي جو خيال رکڻ" خودغرضي جي ابتڙ آهي.

ٻُڌمت انهن ٻنهي ڳالهين کي اڳتي پوئتي ڏسڻ بدران، ٻنهي جي ميلاپ کي صحيح سمجهي ٿو. پنهنجي باري ۾ گهربل فڪرمندي هوريان هوريان ٻي جي فڪرمندي ۾ پهچائي ٿي، ڇو ته پنهنجي لاءِ فڪرمند ماڻهو اهو سمجهي ٿو ونئي ته ٻيا ماڻهو به مون جهڙا آهن. اها ئي حقيقي ٻاجهه آهي.

ٻُڌا جي سيڪاريئن جيءِ تاج ۾ لڳل، سينان وڏ سهڻو هيرو ٻاجهه آهي.

## دري 8 - ساوڪ خوري (Vegeterianism)

| ساوڪ خوري واري مامري تي سنڌيڪار، ڪتاب جي اصل ليکڪ سان سهمت ناهي. |
|---|

| سوال 8.1 | ٻُڌمتين کي ساوڪ خور هجڻ گهرجي، ڇا اهو صحيح ناهي؟ |
|---|---|

ضروري ناهي. ٻُڌا پاڻ به ساوڪ خور(Vegeterian) نه هيو. هن پنهنجي چيلن کي ساوڪ خور ٿيڻ لاءِ ڪڏهن به ڪونه چيو هو. اڄ به ڪيترائي سنا ٻُڌمتي آهن جيڪي ساوڪ خور ناهن.

ٻُڌمتي لکتن ۾ آيل آهي :

سخت هجڻ، بي رحم هجڻ، پنيان ڏنگيندڙ، ساٿين کي چيهو ڏيندڙ،
پٿر دل هجڻ، وڏائي وارو ۽ هبڇي هجڻ،
اهو ئي ڪنهن کي ناپاڪ ڪري ٿو، ماس کائڻ نه.
بد اخلاق هجڻ، اوڌر موٽائڻ کان انڪاري هجڻ،
ڏنڌي ۾ ڌوڪو ڏيڻ، ماڻهن ۾ ويڇو وجهڻ،
اهو ئي ڪنهن کي ناپاڪ ڪري ٿو، ماس کائڻ نه.

| سوال 8.2 | جيڪڏهن ڪو ماس خور آهي ته اهو اڻ سڌي ريت جاندار جي موت جو ذميوار آهي. ڇا اهو پهرين وڙتاءَ / اصول جي خلاف ناهي؟ |
|---|---|

اهو سچ آهي ته جيڪڏهن ڪو ماس واپرائي ٿو ته اهو اڻسڌي ريت ذميوار ۽ ڀائيوار آهي هڪ ساهواري کي مارڻ جو، پر اها ساڳي ڳالهه سائي ڪاڏي لاءِ به صحيح آهي.

هاري پنهنجي فصل تي جيتمار دوا ۽ زهر جو ڦوهارو ڪري ٿو تہ جيئن سبزي توهان جي ڪاڏي جي ٿانو ۾ بنا ڏُنگن جي پهچي. ۽ وري ڇئجي تہ جانورن کي ماريو وڃي ٿو - تہ جيئن توهان جي ٿيلهي يا پٽي لاءِ سندس کل حاصل ڪري سگهجي ، توهان جي استعمال جي صابڻ جي لاءِ تيل حاصل ڪري سگهجي ۽ ٻين اهڙن هزارين پيداوري شين لاءِ.

اهو ناممڪن آهي تہ ڪجهہ جاندارن جي اڻسڌي موت جي ذميوار ٿيڻ کانسواءِ جيئرو رهي سگهجي. اهو پهرين اتم سچ جو هڪ ٻيو مثال آهي تہ عام جيئڊاڻ (Livelihood) هڪ تڪليف ۽ بي اطميناني آهي.
جڏهن ڪو پهريون ورتاءُ اپنائي ٿو تہ اهو جاندار کي سڌي ريت مارڻ کان هٽي وڃي ٿو.

| سوال 8.3 | ڇا مهايانا ٻُڌمتي ماس ناهن کائيندا؟ |
|---|---|

اها ڳالهہ صحيح ناهي. چين ۾ مهايانا ٻُڌمت ساوڪ خور هجڻ لاءِ وڏو زور ڀري ٿو. پر جاپان، منگوليا ۽ تبت ۾ مهايانا ٻُڌمتي ڀڪشو ۽ عام ماڻهو، ٻئي ماس واپرائن ٿا.

| سوال 8.4 | پر مان اڃا بہ سمجهان ٿو تہ ٻُڌمتين کي ساوڪ خور هجڻ کپي؟ |
|---|---|

جيڪڏهن ڪو اهڙو ماڻهو آهي، جيڪو پابندي سان ساوڪ خور آهي، پر اهو خودغرض، بي ايمان ۽ هلڪي سوچ وارو آهي.
جڏهن تہ هڪ ٻيو ماڻهو جيڪو ساوڪ خور ناهي پر هو ٻين لاءِ [سٺي] سوچ رکندڙ،ايماندار،سخي ۽ ٻاجهارو آهي. هاڻي ٻڌايو تہ انهن ٻنهي مان وڌيڪ سٺو ٻُڌمتي ڪير ٿي سگهي ٿو؟

| | |
|---|---|
| سوال 8.5 | ڇا اهو ماڻهو وڌيڪ سٺو ٻُڌمتي آهي جيڪو [ماس خور پر] ٻاجهارو ۽ ايماندار آهي؟ |

ائين ڇو آهي. هن سوال کان متين سوال - جواب ۾ ڏنل ماس خور ماڻهو وڌيڪ سٺو ٻڌمتي ڇو آهي؟

| | |
|---|---|
| سوال 8.6 | ڇو تہ اهو [ماس خور] ماڻهو سٺي دل رکندڙ آهي؟ |

بلڪل ائين ئي آهي. جيڪو ماڻهو ماس کائيندڙ آهي، اهو اجري دل وارو هجي سگهي ٿو. بلڪل ائين جئين ڪو ماس کائيندڙ نہ هجي پر ميري دل وارو هجي. ٻُڌا جي سيڪارٽين ۾ اهم شيءِ توهانجي دل جي خاصيت آهي، نڪي توهانجو کاڌو.

ڪيترائي ٻُڌمتي آهن، جيڪي ماس نہ کائڻ جو وڏو خيال رکن ٿا، پر انهن جو خودغرضي، بي ايماني، پاپ ۽ ساڙواري پاسي [کان پري رهڻ لاءِ] ڪوبہ ڌيان ناهي. اهي پنهنجي کاڌي تي ضابطو رکن ٿا جيڪو سولو عمل آهي، پر اهي پنهنجي دل کي ضابطي ۾ نٿا رکي سگهن، ڇو جو اهو ڏکيو عمل آهي.

سو توهان ساوڪ خور آهيو يا نہ، بس اهو ياد رکو تہ ذهن جي صفائي ٻُڌمت ۾ سڀ کان وڌ اهميت رکي ٿي.

| | |
|---|---|
| سوال 8.7 | پر جيڪڏهن ٻُڌمتي ويچار جي مطابق ڏسجي، تہ ساوڪ خور سٺي دل رکندڙ ماڻهو هڪ ماسخور سٺي دل رکندڙ ماڻهو کان وڌيڪ سٺو آهي؟ |

جيڪڏهن هڪ سٺي دل واري ساوڪ خور ماڻهو جو ماس نہ کائڻ جو مقصد، جاندارن لاءِ اها ڳڻتي رکڻ آهي، تہ هُو اجوڪي دور منجهہ 'جانورن جي صنعتڪاري' ۾ ٿيندڙ ظلمن کان پري رهي سگهي، تہ پڪ سان سندس دل ۾ ٻين ساهوارن جي لاءِ

خيال ۾ ٻاجهہ جو هجڻ، ان ماڻهو کان وڏيڪ آهي جيڪو ماس خور آهي.

ڪيئي ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ جيئن جيئن هو ٻُڍمت ۾ وڏيڪ گهرا وڃن ٿا تہ فطري طور انهن ۾ ساوڪ خوري جو لاڙو پيدا ٿئي ٿو.

| سوال 8.8 | **ڪنهن ماڻهو مونکي ٻڌايو آهي تہ ٻُڌا جو موت سوئر جي پاروٿي ماس کائڻ ڪري ٿيو. ڇا اهو سچ آهي؟** |
|---|---|

نہ ائين ناهي.

لکتون ٻڌائين ٿيون تہ ٻُڌا جو آخري کاڌو 'سڪارا مداوا' جي نالي سان هيو. هن اصطلاح جي معنا جي هن وقت کا بہ ڄاڻ ناهي. پر 'سڪارا' اکر جي معنا 'سوئر' آهي. سو ان منجهان سوئر جي ماس مان نهيل ڪنهن شيءِ ڏانهن اشارو تہ ٿي سگهي ٿو، پر ممڪن آهي تہ اهو [سوئر جي نسبت سان] ڪنهن سائي ڀاڄي، سڻي يا ڪنهن ٻي شيءِ مان ٺهيل کاڌي جو نالو هجي.

اهو جيڪو ڪجهہ بہ هئو، پر انهي اکر منجهان ڪي ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ انهي نالي واري کاڌي کائڻ جي ڪري ٻُڌا جو موت ٿيو. ٻُڌا جي گذاري وڃڻ وقت سندس ڄمار 80 ورهہ هئي، سچ اهو آهي تہ سندس موت پوڙهائپ جي ڪري ئي ٿيو.

# دري 9 - ڀاڳ ۽ قسمت

| سوال 9.1 | جادو ۽ قسمت جي حال ٻُڌائي (Fortune Telling) بابت ٻُڌا ڇا سيکاريو آهي؟ |
|---|---|

ٻُڌا اهڙن عملن کي وهم پرستي ۽ بيڪار سمجهندو هيو ؛ جهڙوڪ ڀاڳ ٻُڌائڻ، بچاءَ لاءِ جادوئي جيڙا (Magical Gems or Stones) پائڻ، اڏاوت لاءِ سڀاڳي جاءِ ڳولڻ، ڀاڳ وارا ڏينهن مقرر ڪرڻ. ۽ هن پهنجي چيلن کي ڇٽي ريت ائين ڪرڻ کان جهليو هيو. هن اهڙن عملن کي ”هلڪو هنر“ سڏيو آهي.

ٻُڌا چوي ٿو :

”جڏهن تہ ڪجهہ ڌرمي ماڻهو، [اهڙين ڳالهين تي] ويساهہ رکندڙن کي اهڙا هلڪا هنر ڏيکاري انهن جي ڏنل کاڌي تي پلجن ٿا. جياپي[جي گذران لاءِ] لاءِ اهڙيون غلط حرڪتون؛ جهڙوڪ ستارن جو علم، خوابن جي تعبير، قسمت کي سٺي ۽ خراب ڪرڻ وارا عمل، گهر ٺاهڻ لاءِ ڀاڳ واري هنڌ جي ڳولا ؛ يڪشو گوتم اهڙن هلڪن هنرن کان جهلي ٿو؛ جيئدان [جي گذران لاءِ] لاءِ اهڙين غلط حرڪتن کان“.

| سوال 9.2 | تہ پوءِ ڪي [ٻُڌمتي]ماڻهو اهڙين ڳالهين تي يقين ۽ عمل ڇو ٿا ڪن؟ |
|---|---|

ڊپ، هٻڇ يا اڻڄاڻائي جي ڪري [ڪي ماڻهو اهڙن عملن تي يقين رکن ٿا].

جيئن ئي اهڙا ماڻهو ٻُڌا جي سيکارڻين کي سمجهڻ لڳن ٿا، تہ پوءِ هو اهو سمجهي ٿا وڃن تہ هڪ اجري دل، انهن کي

وڏيڪ بچائي سگهي ٿي، اهڙين شين جي پيٽ ۾، جيئن ڪي ڪاڳر جا [لڪيل] ٽڪرا (تعويذ)، ڌاتو جا ٽڪرا، ڪي دعائن ڏيڻ جا لفظ. اهڙا ماڻهو پوءِ انهن شين تي آڌار رکڻ ڇڏي ٿا ڏين.

ايمانداري، ٻاجهه، ساڃاهه ، ڌيرج، معاف ڪرڻ، ڏاتاري، وفاداري ۽ ٻيا اهڙا سٺا گڻ ئي آهن جيڪي توهان جو بچاءُ ڪري سگهن ٿا ۽ سک پهچائي سگهن ٿا.

| | |
|---|---|
| **سوال** 9.3 | **پر ڪي سٺا سنوڻ** (Magical or Lucky Charms) **[۽ تعويذ] ۾ ڪم ڪن ٿا. ڇا ائين ناهي؟** |

مان هڪ اهڙي ماڻهو کي سڃاڻان ٿو جيڪو ڀاڳ وڌائڻ وارا تعويذ ۽ سنوڻ وڪڻي روزگار ڪري ٿو. هو ان ڳالهه جي ضمانت ڏي ٿو ته توهان لاٽري جي کٽڻ وارن انگن جي اڳڪٿي ڪري سگهو ٿا.
پر جيڪڏهن هن جو چوڻ سچ آهي ته پوءِ هو پاڻ ڪروڙپتي ڇو ناهي؟ جيڪڏهن هن جا ڀاڳ کولڻ وارا ڦيٽا (Lucky Charms) ڪم ڪري سگهن ٿا ته پوءِ هر هفتي سندس لاٽري پنيان لاٽري ڇو نه ٿي نڪري.

هن جو ڀاڳ بس اهو ئي آهي ته اهي ماڻهو ئي پورڙا آهن جيڪي هن جا ڦيٽا خريد ڪن ٿا.

| | |
|---|---|
| **سوال** 9.4 | **ته پوءِ ڪا اهڙي شيءِ آهي جنهن کي ڀاڳ (نصيب) تو چئجي؟** |

ڊڪشنري ڀاڳ (نصيب) کي هيئن اپٽاري ٿي :-
”اهو يقين ته هڪ ماڻهو کي جياپي ۾ جو ڪجهه ملي ٿو: سٺو يا خراب: اهو ڪنهن اتفاق، قسمت يا ڀاڳ جي ڪري آهي“.
ٻُڌا اهڙي عقيدي کي پوري ريت رد ڪيو آهي.

جيڪو بہ لکاءُ تئي ٿو، ان جي پنيان ڪو خاص ڪارڻُ يا گهڻا ڪارڻَ هجن ٿا. ڪارڻ ۽ نتيجي جي وچ ۾ لازمي طور هڪ ڳانڊاپو اهي. جهڙوڪ بيمار ٿيڻ جي لاءِ ڪي خاص ڪارڻ هجن ٿا. ماڻهو جو جيتامڙن سان لاڳاپي ۾ اچڻ ۽ جسم جو ڪمزور هجڻ ضروري آهي تہ جيئن اهي جيتامڙا ان جسم ۾ گهرُ ڪري وجن.

ڪارڻَ (جيتامڙا ۽ ڪمزور جسم) ۽ نتيجي (بيماري) جي وچ ۾ لازمي طور تي هڪ خاص ڳانڊاپو آهي، جو تہ اسان ڄاڻون ٿا تہ جيتامڙا جڏهن ڪنهن عضوي تي چڙهائي ڪندا تڏهن ئي بيماري ڪرُ ڪڍندي. پر انهي وچ ۾ ڪو بہ خاص ڳانڊاپو نہ ٿو ملي تہ تعويذ ٻَڌڻ سان ڪو ماڻهو امتحان پاس ڪري وجي يا امير ٿي وجي.

ٻُڌمت سِيڪاري ٿو تہ جيڪو بہ لکاءُ تئي ٿو، ان جي پويان ڪو ڪارڻُ يا گهڻا ڪارڻَ آهن، ۽ اهو ڪنهن قسمت، نصيب يا ڀاڳ جي ڪري ناهي. ڀاڳ ۾ دلچسپي رکندڙ ماڻهو گهڻو ڪري ڪنهن شيءِ، خاص ڪري ڏوڪڙ هٿ ڪرڻ جي خواهش رکندڙ ئي هوندا آهن.

ٻُڌا اسان کي سيکاري ٿو تہ پنهنجي دل ۽ دماغ کي ترقي ڏيارڻ پين شين ڪانِ وڌيڪ اهم آهي.

ٻُڌا چيو آهي :

"سياڄاهِ وند ۽ هنرمند هجڻ، سني سکيا ورتل هجڻ ۽ سٺا لِفظ ڳالهائيندڙ هجڻ، اهو سڀ ڪان سٺو ڀاڳ آهي. پيءُ ماءُ جي مدد ڪرڻ، گهرياتي ۽ ٻارن کي خوش رکڻ ۽ سادو جياپو جيئڻ، اهو ئي سڀ ڪانِ سٺو ڀاڳ آهي.

سخي هجڻ، انصاف پسند هجڻ، مائٽن جي مدد ڪرڻ، پنهنجن عملن ۾ بي داڳ هجڻ، اهو ئي سڀ ڪان سٺو ڀاڳ آهي.

برائي ۽ شراب پيئڻ کان پري رهڻ ۽ گڏن تي سدائين پڪو بيهڻ، اهو ئي سڀ کان سٺو ڀاڳ آهي.

عزت ڏيڻ، نوڙت وارو (انکسار) هجڻ، هر حال ۾ راضي رهڻ، ٿورو (احسان) مڃڻ ۽ ڌرم [جي سمجهاڻين] کي ٻڌڻ، اهو ئي سڀ کان سٺو ڀاڳ آهي".

## دري 10 - مرد ڀڪشو ۽ عورت ڀڪشو

| سوال 10.1 | ٻُڌمت ۾ مندر هڪ اهم ادارو آهي. پر مرد ۽ عورت ڀڪشوئن (Monks) جو مقصد ڇا آهي ۽ انهن تي ڪهڙو ڪم رکيل آهي ؟ |
|---|---|

ڀڪشوئن جي ستاڪاري [تنظيم سازي] جي پيڙهه رکڻ مان ٻُڌا جو مقصد اهو هيو تہ هڪ اهڙو وايومنڊل ڏجي جنهن ۾ سولي طريقي سان روحاني ترقي تي سگهي. باقي لوڪ سماج، ڀڪشوئن جي بنيادي گهرجن جو پورائو ڪن ٿا، جهڙوڪ - ڪاڏو، لٽو، اجهو ۽ دوا درمل؛ تہ جيئن ڀڪشو ڌرمي پڙهائي ۽ عمل تي پنهنجو وقت لڳائي سگهن.

مندر جي سِتاوارُ [ترتيب وار] ۽ سادي زندگي ماڻهو جي اندروني شانتي ۽ ڌيانڪاري لاءِ سودمند آهي. موٽ ۾ ڀڪشوئن مان اها اميد رکي وڃي ٿي تہ هو پنهنجي ڄاڻ باقي لوڪ سماج سان ونڊيندا ۽ هڪ سني ۽ مثالي ٻُڌڌرمي زندگي گذاريندا.

- پر اڄڪلهہ ڀڪشوئن جو عمل ٻُڌا جي ان بنيادي مقصد کان ڪوڙ اڳتي وڌي ويو آهي. اهي اسڪولي استاد، سماج سڌارڪ، ڪلاڪار، ڊاڪٽر ۽ سياستڪار پڻ آهن.

ڪجهہ ماڻهو اهو دليل ڏين ٿا تہ اهڙا عمل بلڪل نيڪ آهن، جيڪڏهن انهن سان ٻُڌڌرم جي پکيڙ ٿئي ٿي تہ. پر ٻيا ماڻهو وري ان پاسي اشارو ڪن ٿا تہ جيڪڏهن ڀڪشو اهڙا ڪم

ڪندا تہ پوءِ اهي سولائي سان دنياوي جهنجهٽن ۾ ڦاسي پوندا ۽ اهو اصلي مقصد ئي وساري ويهندا جنهن جي لاءِ اهي مندر جو حصو بڻيا هئا.

| سوال 10.2 | ڇا ”جاڳرتاوان“ ٿيڻ لاءِ ڀڪشو ٿيڻ ضروري آهي؟ |
|---|---|

نہ ، بلڪل بہ نہ! ٻُڌا جا ڪيترا ئي متي پهتل چيلا، عام مرد ۽ عورتون هيا. ڪي تہ ايتري روحاني ترقي تي پهتل هيا جو اهي ڀڪشوئن کي بہ هدايتون ڏيندا هيا.

ٻُڌمت ۾ ماڻهو جي ساڃاهہ جي اُتانهين هر ڳالهہ کان وڌيڪ اهم آهي. ان شيءِ جو ڪو بہ عمل دخل ناهي؛ تہ هو گيڙو لٽو ٿو اوڍي يا نيري جينز ٿو پائي؛ يا وري ڪو مندر ۾ ٿو ٽڪي يا پنهنجي گهر ۾.

هڪڙا ماڻهو اهو ٿا سمجهن تہ مندر؛ پنهنجي واڌي گهاٽي سوڌو؛ روحاني ترقي لاءِ سٺو وايومنڊل آهي. جڏهن تہ ٻيا پنهنجي گهر کي؛ پنهنجي ڏکن سکن سوڌو؛ سڀ کان سٺو وايومنڊل سمجهن ٿا.

هرڪو پنهنجي پنهجي سوچ رکي ٿو.

| سوال 10.3 | ٻُڌڌرمي ڀڪشو گيڙو پهراڻو (Saffron color Clothing) ڇو ٿا پائن؟ |
|---|---|

جڏهن اوائلي هندستاني، ٻيلي ڏانهن نهاريندا هيا تہ اهو ٻُڌائي سگهندا هيا تہ ڪهڙا پن ڪرڻ وارا آهن؛ ڇو تہ اهي ڦڪا، نارنگي يا ناسي ٿي ويندا هيا. تنهنڪري هندستان ۾ گيڙو رنگ [ناسي ۽ نارنگي جو ميلاپ] لوڪان پري لڏڻ جو اهڃاڻ ٿي ويو.

پڪشوئن جو پهراڻو بہ انڪري گيڙو آهي، جو اهو ساندھ ان ڳالهہ جي اهميت جي ياد ڏياري ٿو، تہ ڪنهن شيءِ سان چنبڙي نہ پئجي، ڏئي ڇڏجي، دل مان [چاهہ ۽ تمنا ڪي] وجھ ڏجي.

| | |
|---|---|
| سوال 10.4 | ٻُڌڌرمي مرد ۽ عورت پڪشوئن جو مٿي ڪوڙائڻ جو ڇا مطلب آهي؟ |

عام طور تي اسان پنهنجي ٻاهرين ڏيکاءَ، خاص ڪري وَارن جو وڏو خيال رکندا آهيون. عورتون وارن سنوارڻ ڪي تمام گهڻي اهميت ڏين ٿيون ۽ مرد وري گنجي ٿيڻ کان بچڻ جي وڏي ڳڻتي رکن ٿا. پنهنجي وارن جي سٺي ڏيکارجڻ ۽ سنوارڻ لاءِ الاهي وقت لڳي ٿو.

مٿي ڪوڙائڻ سان ٻُڌڌرمي مرد ۽ عورت پڪشوئن کي انهن ڪمن لاءِ گهڻو وقت ملي ٿو جيڪي ڪم جائي بہ ضروري هجن ٿا. ان سان گڏوگڏ، ڪوڙيل مٿو ان ويچار جي نشاني پڻ آهي، تہ ٻاهرين ڏيکاءَ کان وڌيڪ اندرين تبديلي تي ڌيان ڏيڻ جي گهرج آهي.

| | |
|---|---|
| سوال 10.5 | پڪشو ٿيڻ تہ چڱو، پر جي هر ماڻهو پڪشو ٿي وڃي تہ پوءِ [هن دنيا جو] ڇا ٿيندو؟ |

ڪو بہ ماڻهو اهو ساڳو سوال ڪنهن بہ ڌنڌي لاءِ چئي سگهي ٿو.

- ڊاڪٽر ٿيڻ تہ چڱو، پر جي هر ماڻهو ڊاڪٽر ٿي وڃي تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟ نہ ڪو استاد، نہ راڄو ۽ نہ ئي ڪو ڊرائيور!

- استاد ٿيڻ تہ چڱو، پر جي هر ماڻهو استاد ٿي وڃي تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟ نہ ڪو ڊاڪٽر نہ ڪجھ ٻيو .....!

بُڌا ڪڏهن بہ اها صلاح نہ ڏني تہ هر ماڻهو کي پڪشو ٿيڻ کپي، ۽ نہ ئي اهو ڪڏهن ٿي سگهندو.
پر پوءِ بہ اهڙا ڪيئي ماڻهو هوندا جيڪي دنياداري کي ڇڏي ڏيڻ ۽ جياپي جي سادگي ڏانهن ڇڪبا رهندا. جيڪي بُڌا جي سيڪارٽين کي بين سيني شين کان مٿانهون رکڻ ۾ خوشي پائيندا. ۽ بلڪل ڊاڪٽرن ۽ استادن جيان اهي [پڪشو] پڻ ڏات ڏٽي ۽ خاص چاڻ رکن ٿا جيڪا [چاڻ] ان سماج لاءِ بيحد مددڪار آهي جنهن سماج ۾ هو رهن ٿا.

| | |
|---|---|
| سوال 10.6 | **اهو انهن [ماڻهن] لاءِ تہ ٺيڪ سگهجي ٿو جيڪي ڪتاب لکن ٿا، پڙهائن ٿا ۽ سماجي ڪم ڪن ٿا. پر پڪشو تہ سواءِ ڌيانڪاري جي ٻيو ڪجهہ نٿا ڪن. اهي سماج جي لاءِ ڪهڙي چڱائي ڪن ٿا؟** |

هڪ ’الڳ ٿلڳ‘ زندگي گهاريندڙ پڪشو کي، هڪ ڪوجنا ڪندڙ سائنسدان سان ڀيٽي سگهجي ٿو.
لوڪ سماج هڪ ڪوجنائي سائنسدان جو مددگار بڻجي ٿو، جيڪو تجربيگاهہ جي اندر ويهي تجربا ڪري ٿو ۽ اميد رکي ٿو، تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن اهڙي ڪوجنا ٿيندي جيڪا عام ڀلي جي لاءِ هوندي.
اهڙي طرح بُڌمتي سماج بہ هڪ ڌيانڪار پڪشو جي مدد ڪري ٿو (جنهنجون گهرجون تمام گهٽ آهن). ڇو تہ سماج اها اميد رکي ٿو تہ هو آخرڪار اها ساڃاهہ ۽ ڏاهپ حاصل ڪري وٺندو جيڪا عام ڀلي جي لاءِ هوندي. پر هن جي ايستائين پهچڻ ڪان پهريون ئي؛ يا ڪڏهن هو ايستائين نہ بہ پهچي؛ هڪ ڌيانڪار پڪشو ٻين جي لاءِ فائديمند ٿي سگهي ٿو.

اڄڪلهہ جي ڪجهہ نون سماجن ۾ ’مشهوري ۽ آسودگي وارزي زندگي‘ جي ڊنگ، مهانگن خرچن، ڏيکاءَ لاءِ خريداري ۽

ذاتي ساراهہ ڪرائڻ ڪي ماڻهو پنهنجي لاءِ پوئواري ڪرڻ جهڙو مثال سمجهن ٿا يا گهٽ ۾ گهٽ اهڙي زندگي لاءِ دل ۾ ريس رکن ٿا.

پر [جياپي جو] اهو مثال جيڪو ڊيانڪار پڪشو پيش ڪن ٿا سو اسان کي ياد ڏياري ٿو تہ مطمئن رهڻ لاءِ آسودو ٿيڻ جي گهرج ناهي. اهو [مثال] اسان کي ٻُڌائي ٿو تہ سادي ۽ مان ڀري زندگي جا پنهنجا فائدا آهن.

| سوال 10.7 | مون ٻُڌو آهي تہ هاڻوڪي وقت ۾ ٻُڌرمي عورت پڪشو ناهن. ڇا اها ڳالهہ سچي آهي؟ |
|---|---|

ٻُڌا پنهنجي جياپي واران عورت پڪشوئن جي ستاڪاري [تنظيم سازي] ڪئي هئي ۽ لڳ ڀڳ 5-6 سئو ورهين تائين انهن ٻُڌمت جي پکيڙ ۽ واڌاري لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو. پر ڪجهہ اڻچٽن ڪارڻن جي ڪري، هندوستان ۽ ڏکڻ ايشيا ۾، عورت پڪشوئن کي ڪڏهن بہ مرد پڪشوئن جي برابر اهو مان ۽ سهائتا نہ ملي ۽ سندن ستّ [تنظيم] آخرڪار ختم ٿي ويو.

تنهن هوندي بہ تائيوان، جاپان ۽ ڪوريا ۾ عورت پڪشوئن جي ستّ ۾ واڌارو ٿيندو رهيو آهي.

اڄڪلهہ سريلنڪا ۾ بہ، تائيواني عورت پڪشوئن جهڙي ستاڪاري ڪرڻ لاءِ ڪجهہ وڪون کنيون ويون آهن؛ توڙي جو ڪجهہ رواج پوئلڳ ماڻهو اهڙين ڪوششن لاءِ بي دليو رويو رکن ٿا.

تنهن هوندي بہ؛ ٻُڌا جي اصلوڪن ارادن پٽاندر؛ اهو بلڪل صحيح آهي تہ مردن توڙي عورتن کي مندر واري زندگي جيئڻ ۽ ان جا فائدا حاصل ڪرڻ جو موقعو ملڻ گهرجي.

# دري 11-- ٻُڌڌرميَ لکتون

| سوال 11.1 | لڳ ڀڳ سيني ڌرمن وٽ پوتر لکتون آهن، ٻُڌڌرمر جو ڪتاب ڪهڙو آهي؟ |
|---|---|

ٻُڌڌرمر جي پوتر ڪتاب جو نالو آهي 'تي - پتاڪا'. اهو هندستان جي هڪ پراڻي ٻولي 'پالي' ۾ لکيل آهي. پالي ان ٻولي جي تمام ويجهو آهي جيڪا ٻُڌا پاڻ ڳالهائيندو هيو.

تي - پتاڪا تمام وڏو ڪتاب آهي. ان جي انگريزي ٻوليڪاري (Translation) لڳ ڀڳ 40 ڪتابن تائين وڃي پهچي ٿي.

| سوال 11.2 | 'تي - پتاڪا' جي معنا ڇا آهي؟ |
|---|---|

اهو [نالو] ٻن لفظن مان ٺهيو آهي ؛ تي (3) ۽ 'پتاڪا' معنا 'ڪارا'(Basket). نالي جو پهريون ڀاڱو ان حقيقت ڏانهن اشارو ڪري ٿو ته ٻُڌرمي لکتون ٽن ڀاڱن تي ٻيٺل آهن.

(1) پهرين ڀاڱي کي 'ستا پتاڪا' سڏجي ٿو.

هن ۾ ٻُڌا ۽ هنجي جاڳرتاوان شاگردن جون وُاکاڻيون (Definitions, Descriptions, Narations) آهن. ستاپتاڪا ۾ مختلف قسمن جو اهو مواد ڀريل آهي جيڪو ٻُڌا مختلف قسمن جي ماڻهن کي حقيقتون ۽ سچيون ڳالهيون سيکاريندي ٻُڌايو.

ٻُڌا جون گهڻيون چواڻيون تہ واکاڻين (Definitions, Descriptions, Discourses) جي شڪل ۾ آهن، جڏهن تہ باقي چواڻيون ڳالهہ ٻولهہ (Dialogue) جي شڪل ۾ آهن.

ڪجھ حصا جهڙوڪ 'ڏماپدا' ٻُڌا جي سيڪارٽين ڪي بيتاڪري (شاعري) جي وسيلي پيش ڪن ٿا. اجا ٻيو مثال 'جاتڪا' يا 'جاتڪ' آکاڻين جو آهي، جنهن جي اندر گهڻي ڀاڱي جانورن ۽ پکين جي ڪردار واريون مزيدار آکاڻيون ڏنل آهن.

(2) ٽي - پتاڪا جي ٻي ڀاڱي کي 'ونايا پتاڪا' سڏجي ٿو. هن منجھ مرد ۽ عورت ڀڪشوئن لاءِ قانون، مندرن جي انتظام لاءِ هدايتون ۽ طريقيڪار ۽ مندرن جي ڪم ڪار جي پراڻي تاريخ بہ ڏنل آهي.

(3) ٽيجهڙڪو ڀاڱو 'ابيڌما پتاڪا' سڏجي ٿو. هنجي اندر هڪ شخصيت کي ٺاهيندڙ انهن سيني پاسن ۽ شين جي درجي بندي ۽ انهن جي تمام ڳوڙهي ۽ نازڪ قسم جي ڇنڊڇاڻ ڏنل آهي. ٿوڙي جو ابيڌما [ڀهرين ٻين ڀاڱن ڪان] ڪجھ پوءِ جو لکيل آهي، پر ان منجھ اهڙي ڪا بہ شيءِ ناهي، جيڪا ڀهرين ٻن ڀاڱن سان ٽڪراءَ ۾ هجي.

هاڻي ڪجھ "پتاڪا" لفظ جي باري ۾. پراڻي وقت واري هندستان ۾ اڏاوت ڪندڙ پورهيت، اڏاوت جي سامان کي هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ تائين ڍوئڻ لاءِ 'ڪارن جي قطارن' جو استعمال ڪندا هيا. اهي ڪارا مٿي تي رکي، ڪجھ پنڌ ڪانپوءِ اهي اڳين پورهيتن جي حوالي ڪندا هيا ۽ انهي طريقي سان سامان اڳتي وڌندو رهندو هيو.

ٻُڌا جي زماني ۾ لکت ڪرڻ جي ڄاڻ هئي، پر ان کي [ماڻهو جي] يادگيري ڪان. وڌيڪ ڀروسي جوڳو وسيلو نہ سمجهيو ويندو هو. ڪتاب جا پنا مينهن ۾ پُسي ۽ اڏوهي جي هٿان ڪاجي پئي سگهيا، پر ماڻهو جي يادگيري سندس جيئري هجڻ تائين هلڻ واري هئي.

اهڙي طرح پراڻا ڀڪشو، ٻُڌا جون سڀ سيڪارٽيون پنهنجي يادگيرين ۾ هتيڪيون ڪري اڳتي ايندڙ ڀڪشوئن جي حوالي ڪندا رهيا، ائين جيئن اڏاوتي پورهيت، گاري ۽ سرن جا ڪارا اڳتي وڌائيندا هيا.
انهي ڪري ئي ٻُڌرمي لکتن جي ٽن ڀاڱن کي ڪارا سڏيو ويندو آهي.

ان [يادگيري واري] طريقي سان صدين تائين محفوظ رهڻ ڪانپوءِ، آخرڪار تيپتاڪا کي لڳ ڀڳ 100 ق-م جي سن ۾ سريلنڪا ۾ [پالي ٻولي ۾] لکيو ويو.

| | |
|---|---|
| سوال 11.3 | جيڪڏهن اهي لکتون ايڏي ڊگهي وقت تائين يادگيري ۾ رکيون ويون تہ پوءِ اهي پروسي جوڳيون نتيون رهي سگهن. ٻُڌا جون ڪيتريون ئي سيڪارٽيون مَنِجي يا گم ٿي سگهن ٿيون؟ |

لکتن جي حفاظت، عورت ۽ مرد ڀڪشوئن جي پوري سماج جي گڏيل ڪوشش هئي. اهي مقرر ٿيل وقتن تي گڏجاڻيون ڪندا هيا ۽ تيپتاڪا جي ڪجهہ حصن يا سڄي ڪتاب جي [زباني] پڙهائي ڪندا هيا. انهيءَ طريقي، تيپتاڪا منجهہ ڪنهن بہ مَٽ سَٽ يا واڌاري کي اٽڪيٽو بڻائي ڇڏيو.

هن ڳالهہ کي هيئن سمجهو :- جيڪڏهن 100 ماڻهن جي ٽولي، هڪ ڳيچ کي دل سان ياد ڪري رکيو آهي، اهو ڳائيندي جيڪڏهن ڪو هڪ ماڻهو ڪنهن سِٽ ۾ غلطي ڪري يا نئين سِٽ وجهي، تہ پوءِ ڇا ٿيندو. ڳيچ کي ياد رکندڙ ايترا گهڻا ماڻهو، ان هڪڙي تبديلي ڪندڙ ماڻهو کي روڪي وجهندا.
اهو ياد رکڻ پڻ ضروري آهي تہ انهن ڏينهن ۾ ذهنن کي گندو ڪرڻ ۽ ڌيان هٽائڻ واريون ٽي وي، اخبارون ۽

ايڊورٽائيزون نہ هيون. ان سان گڏوگڏ ڊيانڪاري ڪندڙ عورت ۽ مرد پڪشو بيحد سنيون يادگيريون رکندڙ هيا.

اڄ ڏينهن تائين، ڪتابن جي هيڏي وڏي عرصي کان وني استعمال ڪانپوءِ بہ، اڄا تائين ڪي پڪشو آهن، جيڪي سڄي تيپتاڪا ڪي دل سان ياد رکي پيرا ڏيندا رهن ٿا.

مياناامار جو پڪشو 'مينگانگ ساداو' ائين ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو ۽ 'گنيز بوڪ' ۾ سندس نالو دنيا جي وڌ سني يادگيري واري ماڻهو طور لکيل آهي.

| سوال 11.4 | ٻُڌمتين وٽ اهي لکتون ڪيتري اهميت رکن ٿيون؟ |
|---|---|

ٻُڌمتي تيپتاڪا ڪي ڪو آسماني، هر چُڪ کان بچيل ڪا اهڙي خدائي چواڻي نٿا سمجهن، جنهن جي هر اکر تي عقيدو هجڻ گهرجي.

ان جي بدران، اهو هڪ اتم ماڻهو [ٻُڌا] جي اهڙين سيڪارڻين جو رڪارڊ آهي جيڪي اسان ڪي [جياپي جي مامرن بابت] اپٽار، هدايت، اڳواڻي ۽ همت ڏيارن ٿيون ؛ جن کي اسان عزت ۽ سوچ سمجهہ سان پڙهون.

اسانجو مقصد اهو هجڻ گهرجي تہ تيپتاڪا ڇا سمجهائي ٿو، اهو نہ تہ انهي تي اکيون پوري يقين ڪجي. تنهن ڪري ٻُڌا جيڪو چوي ٿو ان کي پنهنجي ذاتي تجربي جي وسيلي چڪاسڻ گهرجي.

توهان چئي سگهو ٿا تہ ڌرمي لکتن لاءِ، هڪ سمجهدار ٻُڌمتي جو رويو ائين آهي، جيئن ڪنهن سائنسدان جو رويو سائنسي رسالي ۾ ڇپيل ڪنهن ريسرچ واري لکت لاءِ هجي ٿو.

هڪ سائنسدان ڪو تجربو ڪري ٿو ۽ هو پنهنجي کوجنا ۽ ان جي نتيجن کي رسالي ۾ ڇپرائي ٿو: ٻيا سائنسدان اهو پڙهندا، ان کي مان ڏيندا، پر ان کي صحيح ۽ سچو تڏهن چوندا، جڏهن اهي پاڻ اهڙو تجربو ورجائي ڏسندا ۽ ساڳين نتيجن تي پهچندا.

| سوال 11.5 | توهان اڳ ۾ 'ڌماپدا' جي ڳالهہ ڪئي هئي، اهو ڇا آهي؟ |
|---|---|

ٽيپٽاڪا جي پهرين ڀاڱي [ستا پٽاڪا] ۾ هڪ ننڍڙو حصو 'ڌماپدا ' جي نالي سان آهي. هن نالي جي معنا هيئن ٿي سگهي ٿي "سچ جي واٽ" يا "سچ جا بيت". اهو 423 بيتن تي ٻُڌل آهي ؛ ڪي هلڪا ، ڪي گهرا، ڪي ڏيان ڇڪيندڙ، ڪي [ٻين شين سان] ڀيٽ ڪندڙ سمجهاڻيون ۽ ڪي سونهن ڀريا بيت ؛ پر سيئي ٻُڌا جون چواڻيون.

نتيجي طور 'ڌماپدا' ٻُڌمتي لکتن منجهہ هڪ مشهور ڪتاب ٿي ويو آهي.
اهو دنيا جي وڏين ٻولين ۾ ٻوليڪاري ٿي چڪو آهي ۽ ان کي دنيا جي ڌرمي لکتن ۾ هڪ مهان لکت ڪري ڳڻيو وڃي ٿو.

| سوال 11.6 | مونکي ڪنهن ٻُڌايو تہ هڪ ڌرمي ليک کي ڪڏهن بہ پٽ تي يا ٻانهن هيٺان نہ رکڻ گهرجي، پر ان کي سدائين مٿانهين جاءِ تي رکجي. ڇا اهو صحيح آهي؟ |
|---|---|

اوائلي يورپ وانگي، ٻُڌڌرمي ملڪن ۾ ڪجهہ وقت اڳ تائين، ڪتاب هڪ املهہ ۽ اڻلڀ شيءِ هيا. تنهنڪري ڪتابن کي

وڏو مان ملندو هو ۽ مٿين سوال ۾ بيان ڪيل رواج ان جو هڪ مثال آهي.

توڙي جو اها ريت رسم پنهنجي جاءِ تي ٺيڪ آهي، پر ماڻهن جي گهڻائي ان ڳالهه سان سهمت آهي ته ٻڌمتي لکتن کي مان ڏيڻ جو سٺو رستو هي آهي ته انجي ڏنل سيکارڻين تي عمل ڪجي.

| سوال 11.7 | مونکي ٻڌمتي ليک پڙهڻ ۾ ڏکيا ٿا لڳن. اهي ڏگها، ورجائتا (Repititve) ۽ بيزار ڪندڙ ٿا لڳن؟ |
|---|---|

ڪو ڌرمي ليک هٿ ۾ کڻندي اسان اها اميد رکون ٿا ته اسان کي پڙهڻ لاءِ ڪي اتم، واڪاڻ ۽ سرهاڻ ڀريا لفظ ملندا جيڪي اسان ۾ اپار ۽ ولولو پيدا ڪندا. نتيجي طور اهو ٿي سگهي ٿو ته ٻڌمتي لکت پڙهڻ واري ڪنهن ماڻهو جي اها اميد پوري نه ٿي سگهي.

توڙي جو ٻڌا جون ڪجهه واڪاڻيون ڪافي حد تائين سونهن ڀريون ۽ دل ڇڪيندڙ آهن. پر تمام گهڻيون واڪاڻيون انهن فلاسافي جي لکتن وانگر آهن جيڪي سمجهاڻين، اپٽارن، سوچي سمجهي ڏنل ڪارڻن ۽ دليلن، ڏيانڪاري ۽ هلت چلت جي تفصيلي هدايتن ۽ کرن لفظن ۾ بيان ٿيل سچ سان ٺهٽار آهن. انهن جو مقصد جوش ڪي نه پر هوش کي اپارڻ آهي.

جڏهن اسان ٻڌمتي لکتن کي ٻين ڌرمي ڪتابن سان ڀيٽڻ کي ڇڏيندا سين، ته پوءِ ئي اسان انهن [ٻڌمتي] لکتن جي نرالي سونهن کي ڏسي سگهنداسين - سچائي، اونهائي ۽ ڏاهپ جي سونهن.

| سوال 11.8 | مان پڙهيو اهي تہ ٻُڌڌرمي لکتون اصل ۾ 'پامر' وڻ جي پنن تي لکيون ويون هيون. ائين ڇو ڪيو ويو؟ |
|---|---|

جنهن وقت اهي لکتون لکيون ويون هيون تڏهن هندستان يا سريلنڪا ۾ پنو ايجاد ڪونہ ٿيو هئو. عام دستاويز جهڙوڪ خط ، معاهدا، آکاڻيون ۽ پيون اهڙيون شيون، جانور جي کل تي، ڌاتو جي چادر يا پامر جي پنن تي لکيا ويندا هئا.

ٻُڌمتين جانور جي کل تي لکڻ نٿي چاهيو ۽ ڌاتو جي چادر تي لکڻ مهانگو ۽ اڙانگو ڪمر هيو، تنهنڪري انهن پامر جي پنن کي ڪتب آندو. پنن کي خاص طرح تيار ڪرڻ کانپوءِ هڪ ڌور ۾ پوئي، ڪاٺ جي ٻن پٽين جي وچ ۾ ائين ٻڌو ويندو هيو، جو اهي هڪ ڪتاب جي پنن وانگي سوگها ۽ پڙهڻ ۾ سولا تي پوندا هيا.

جڏهن ٻُڌمت چين ۾ پهتو تہ لکتون ريشمي ڪپڙي يا پنن تي لکيون ويون. لڳ ڀڳ 500 ورهن کانپوءِ جڏهن لکتن جي گهڻين ڪاپين ناهڻ جي ضرورت پئي تہ ان جي نتيجي ۾ ڇپائي جو طريقو ايجاد ٿيو. دنيا جو سينان پراڻو ڇپيل ڪتاب، ٻُڌا جي واڪاڻين جي چيني ٻوليڪاري (Translation) آهي، جيڪو 828ع ۾ ڇپيو ويو.

## دري 12 - ٻُڌمت جي تاريخ ۽ واڌ ويجهه

| سوال 12.1 | هن وقت ٻُڌمت ڪيترن ئي ملڪن منجهه رهندڙ ماڻهن جي هڪ وڏي انگ جو ڌرم بڻجي چڪو آهي، اهو ڪيئن ٿيو؟ |
|---|---|

ٻڌا جي گذاري وڃڻ کانپوءِ 150 ورهن جي اندر ئي، هن جون سيڪارٽيون اتر هندستان ۾ پري پري تائين پکڙجي ويون هيون. تنهن کانپوءِ لڳ ڀڳ 262 ق-م ۾ تڏهوڪي هندستاني شهنشاهه اشوڪ موريا ٻُڌمت اختيار ڪيو ۽ هن ٻُڌ ڌرم کي پنهنجي پوري بادشاهي ۾ پکيڙيو. ٻُڌمت جي اخلاقي قدرن ۽ خاص ڪري هندو ڌرم جي ذات پات واري مامري جي مخالفت جي ڪري تمام گهڻا ماڻهو ٻُڌمت جي پاسي ڇڪجي آيا.

اشوڪ ٻُڌمتين جو هڪ مهانُ ئُ ڪونايو ۽ پاڙيسري ملڪن ويندي يورپ تائين ٻُڌمتي پکشوئن جي ٽولن کي موڪليو. سينان وڏيڪ سريلنڪا ويندڙ ٽولو سوڀارو رهيو. سڄو ٻيٽ ٻُڌمتي بڻجي ويو ۽ اڄ سوڌو آهي. ٻين ٽولن ٻُڌمت کي هندستان جي اولهه ۽ ڏکڻ، ڪشمير، برما جي ڏکڻ ۽ ٿائيلينڊ تائين پهچايو. اٽڪل هڪ صدي کانپوءِ اتر هندستان ۽ افغانستان جو جابلو پرڳڻو پڻ ٻُڌمتي بڻجي ويا. جتان وري واپارين ۽ پکشوئن جي وسيلي ٻُڌمت وچ ايشيا ۽ چين ۾ پهتو ۽ اڳيان ويندي جاپان ۽ ڪوريا تي وڃي دنگ ڪيائين.

اها پڻ هڪ دلچسپ ڳالهه آهي تہ ٻُڌمت ئي هڪ اهڙو ٻاهريون ويچار آهي جنهن جي پاڙ چين ۾ پختي لڳي سگهي آهي. لڳ ڀڳ 12 صدي ۾ سريلنڪا جي پکشوئن جي ڪوشش

سان ٻُڌمت برما، ٿائيلينڊ، لائوس ۽ ڪمبوڊيا جو مک ڌرم بڻجي ويو.

| سوال 12.2 | تبت ۾ ٻُڌمت ڪڏهن ۽ ڪيئن پهتو؟ |
|---|---|

اٽڪل 8 صدي ۾ تبت جي بادشاهه ، ٻُڌمتي لکتون ۽ ڀڪشو گهرائڻ لاءِ، پنهنجو هڪ سفير هندستان موڪليو. ٻُڌمت ڪي تبت ۾ پهچايو ته ويو پر اهو اتان جو وڏو ڌرم بڻجي نه سگهيو، خاص ڪري اتان جي پهريان واري 'بون' ڌرم جي مخالفت جي ڪري.

نينان 11 صدي ۾ هندستان منجهان ڀڪشوئن ۽ استادن جو هڪ وڏو انگ تبت ۾ اچي لٿو ، جن ٻُڌمت کي اتان جو هڪ پختو ڌرم بڻائي ڇڏيو. انهي وقت کانپوءِ تبت هڪ دل گهريو ٻُڌمتي ديش بڻجي ويو.

| سوال 12.3 | سو ٻُڌمت تمام گهڻو پکڙجي چڪو آهي؟ |
|---|---|

نه رڳو اهو، پر اهڙا مامرا به تمام گهٽ ٻڌجن ٿا جن ۾ ٻُڌمت بين ڌرمن سان ڏاڍائي ڪئي هجي يا وري جنگيون ڪٽيندڙ فوجن وسيلي زوري مڙهيو ويو هجي. ٻُڌمت جياپي گذارڻ جو هڪ مانائتو رستو آهي ۽ ٻُڌمتي، دٻاءَ يا ڏاڍ وسيلي ڌرم پکيڙڻ جي خلاف رهيا آهن.

| سوال 12.4 | ٻُڌمت انهن ملڪن تي ڪهڙو اثر وڌو جتي اهو پهتو؟ |
|---|---|

هندستاني ٻُڌمتي ڀڪشو جڏهن مختلف ملڪن ڏانهن ويا ته انهن ٻُڌمتي ويچارن کان سواءِ هندستاني سڀيتا جون ڪجهه ريتون به پاڻ سان گڏ آنديون. ڀڪشوئن ۾ ڪجهه طبي ماهر پڻ

هيا جن پاڻ سان نوان حڪمتي ويچار آندا جيڪي انهن ملڪن ۾ پهريون نہ هيا.

سريلنڪا، تبت ۽ وچ ايشيا ۾ تڏهن لکت جو رواج نہ هيو. لکت جي هنر سان ٻُڌمتي پڪشوئن ئي اتي سڃاڻپ ڪرائي ۽ پڌرو آهي تہ لکت جي هنر پاڻ سان گڏ ڇاڻ ۽ نوان ويچار بہ آندا.

ٻُڌمت جي اچڻ کان اڳ منگوليائي ۽ تبتي ماڻهو جهنگلي ۽ ويڙهاڪ هيا، ٻُڌمت انهن کي سيپيتا ۽ شانتي ڏني. توڙي جو هندستان جي اندر بہ ٻُڌمت جي اثر هيٺ، جانورن جي ڀيٽا جو رواج ۽ ذات پات جو زور پڻ ڪنهن حد تائين گهٽيو.

اڄ بہ جيئن جيئن ٻُڌمت يورپ ۽ آمريڪا ۾ پکڙجي پيو تہ اڄوڪي الهندي نفسيات پڻ، ٻُڌمت جي انساني ذهن بابت ويچارن جو اثر وٺي رهي آهي.

| سوال 12.5 | ٻُڌمت هندستان ۾ ڇو پڇاڙ تي ويو؟ |
|---|---|

هن بدقسمتي لاءِ ڪنهن وٽ بہ ڪا مطمئن ڪندڙ راءِ ناهي.

ڪجهہ تاريخدانن جو چواڻو آهي تہ ٻُڌمتي [اڳواڻ ] ايترا تہ ڪري خراب ٿي ويا جو ماڻهو ان جي خلاف ٿي ويا. ڪي چون ٿا تہ هن ڌرم پنهنجي اندر هندو ڌرم جا ايترا تہ ويچار ملائي ڇڏيا جو هوري هوري اهو هندومت کان جدا ڌرم ئي نہ رهيو. ٻيو ويچار اهو آهي تہ بادشاهن جي خرچ سان هلندڙ مندرن ۾ ايتري تہ وڏي انگ ۾ پڪشو اچي گڏ ٿيا جو هو عام لوڪن کان ٻنهہ ڌار ٿي ويا.

جيڪو بہ ڪارڻ هيو، پر 8-9 صدي ع ۾ ٻُڌمت هندستان جي اندر پوين پساهن ۾ اچي پهتو هيو. 13 صدي ع ۾ اسلامي

ڪاهن جي نتيجي ۾ ٻُڌمت هندستان مان پوري ريت پُجاڻ تي ويو.

| سوال 12.6 | پر هندستان ۾ اڃا تائين ڪجهه ٻُڌمتي آهن. ڇا ائين ناهي؟ |
|---|---|

بلڪل آهن ۽ حقيقت ۾ 20 صدي جي وچ ڌاران ٻُڌمت وري هندستان ۾ وڌڻ شروع ڪيو آهي. 1956ع ۾ هندستان جي اڇوتن جي اڳواڻ، هندو ذات پات جي رواج هيٺ پيڙهجڻ جي ڪري ٻُڌمت اختيار ڪيو. تنهن ڪانپوءِ لڳ ڀڳ 80 لک ماڻهو ٻُڌمتي ٿي چڪا اهن ۽ اڃا وڌي رهيا آهن.

| سوال 12.7 | الهندي ملڪن ۾ ٻُڌمت پهريون ڪڏهن آيو؟ |
|---|---|

الهندي ملڪن جا پهريان ٻُڌمتي ٻڌجندڙ شايد اهي يوناني آهن، جيڪي سڪندر سان گڏ 3 ق.م ۾ هندستان آيا ۽ اتي ئي رهي پيا. ٻُڌمت جي پراڻن ڪتابن مان هڪ "مليندا پنها" آهي جنهن ۾ هڪ هندستاني ڀڪشو 'نگاسينا' ۽ هندي-يوناني بادشاهه 'مليندا' جي ڳالهه ٻولهه وڌل آهي.

پر هلندڙ زمان ۾ ٻُڌمت کي اولهه ۾ عزت ۽ مان 19 صدي جي آخر ڌاران مليو، جڏهن ڪن ڄاڻوڪارن، ٻُڌمتي لکتن ۽ ڪتابن جي يورپي زبانن ۾ ٻوليڪاري ڪئي.

1900 جي شروع وارن ڏهاڪن ۾ ڪجهه الهندائي هيا جن پاڻ کي ٻُڌمتي ٿي چيو ۽ تن منجهان هڪ ٻہ جڻا ڀڪشو پڻ ٿيا. پر 1960 کانپوءِ الهندائي ٻُڌمتي لاڳيتو وڌي رهيا آهن ۽ اڄ اهي الهندي جي هڪ ننڍي، پر ڳٽپ ۾ ايندڙ تورائي بڻجي چڪا آهن.

| سوال 12.8 | توهان ٻُڌمت جي مختلف ڦ منڻ جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائيندو؟ |
|---|---|

پنهنجي اوج واري وقت ۾ ٻُڌمت (اتر- ڏکڻ ۾) منگوليا کان مالديپ تائين ۽ (اولهہ - اوڀر ۾) بلخ کان بالي تائين پکڙيل هيو. ۽ پڌرو آهي تہ ان کي ڪيترن ئي مختلف لوڪريتين (Folk Traditions, Cultures) وارن ماڻهن لاءِ پاڻ ڏانهن ڇڪ پيدا ڪرڻي هئي. ان ڪانسواءِ اهو پڻ آهي، تہ ٻُڌمت ڪيترين ئي صديون منجهان گذريو آهي ۽ ماڻهن جي سوچ ويچار ۽ سماجي زندگي جي اڳتي وڌڻ سان گڏوگڏ ڪيترين ئي متاستائن مان ٽپيو آهي. نتيجي طور ڌرم جو اندريون تت تہ ساڳو ئي رهيو پر ان جو ٻاهريون ڏيکاءُ گهڻو ئي مٽيو آهي.

هن وقت ٻُڌمت جا ٽي وڏا قسم يا فرقا آهن : ٿيراوادا، مهايانا، وجرايانا.

| سوال 12.9 | ٿيراوادا ٻُڌمت ڇا آهي ؟ |
|---|---|

ٿيراوادا نالي جو مطلب آهي 'وڏن جون سيڪارٽيون' ۽ ان جو بنياد پالي ۾ لکيل 'ٽي پتاڪا' تي آهي جيڪو ٻُڌمتي لکتن جو سڀنان پراڻو ۽ مڪمل رڪارڊ آهي. ٿيراوادا ٻُڌمت جو سڀنان وڌ پراڻ-پسند (Temple-Centered) ۽ مندر-وچول نمونو آهي جيڪو ڌرم جي بنيادي شين کي اهميت ڏئي ٿو ۽ هڪ سولو ۽ سادو طريقو رکي ٿو.

اڄڪلهہ ٿيراوادا فرقو گهڻي ڀاڱي سريلنڪا، برما، ٿائيلينڊ، لائوس ۽ ڪمبوڊيا ۾ هلندڙ آهي.

| سوال 12.10 | مهايانا ٻُڌمت ڇا آهي ؟ |
|---|---|

لڳ ڀڳ 1 صدي ۾ ٻُڌمت جي سيڪارٽين تي گهٽي گهرائي ۾ ڳالهه ٻولهه هلندڙ هئي. سماج جي اڳتي وڌڻ جي ڪري پڻ، سيڪارٽين جي نون گهرجن مطابق اپٽار ڪرڻ جي گهرج هئي.
نتيجي ۾ اهڙا اپٽار ڪندڙ ڪيترا ئي ويچارڪ ادارا (Institutes of Ideology, School of Thought) پيدا ٿيا جن کي گڏيل طور تي مهايانا يعني 'وڏي واٽ وارا' چيو ويو. ڇو ته سندن دعوا هئي ته اهي رڳو دنيا کان 'الڳ ٿلڳ' ڀڪشوئن سان نه پر هر ماڻهو سان لاڳاپيل آهن.

مهايانا آخرڪار هندستان جو سينان وڏو ٻُڌمتي فرقو بڻجي ويو ۽ اڄڪلهه چين، ڪوريا، تائيوان، جاپان ۽ ويٽنام ۾ هلندڙ آهي. ڪجهه ٿيراوادين جو چوڻ آهي ته مهايانا، ٻُڌمت جي هڪ بگڙيل شڪل آهي.

پر مهايانين جو چوڻ اهي ته ٻُڌا تبديلي کي سچ جو بنياد مڃيو آهي ۽ ٻُڌمت بابت سندن اپٽار کي ٻُڌمت جو بگاڙ چوڻ ائين آهي جيئن ليسوڙي کي ٻڙ جي وڻ جو بگاڙ چوڻ.

| سوال 12.11 | مان گهڻن هنڌن تي 'هنايانا' جو لفظ ٻڌو آهي. انجي معنا ڇا آهي؟ |
|---|---|

جڏهن مهايانا جڙي رهيو هيو ته ان پاڻ کي ٻين ٻُڌمتي ويچارڪ ادارن کان مختلف چوائڻ پئي چاهيو. تنهن ڪري انهن پاڻ کي مهايانا (وڏي واٽ وارا) ۽ ٻين کي هنايانا (ننڍي واٽ

وارا) سڏيو. سو هنايانا اصل ۾ هڪ فرقيواراڻو نالو آهي جيڪو مهايانا وارا، ٿيراوادا فرقي کي سڏين ٿا.

| سوال 12.12 | وجرايانا ٻُڌمت ڇا آهي ؟ |
|---|---|

ٻُڌمت جو هي قسم، 7-6 صدي واري وقت ۾ هندستان ۾ تڏهن اسرڻ شروع ٿيو جڏهن هندومت هندستان ۾ وڏي ماپي تي وري اڀري رهيو هيو. هندومت جي هن اڀار جي ڪري ٻُڌمتي پڻ ان جي ڪجهه اثرن هيٺ اچڻ لڳا هئا، خاص ڪري ديوتائن جي پوڄاپاٺ ۽ لوڪ رسمن جي ادائگي وارن مامرن ۾. 11 صدي تائين وجرايانا تبت ۾ سگهارو ٿي چڪو هيو ۽ اتي اڄا ڪيتيرين ئي تبديلين مان لنگهي رهيو هيو.

وجرايانا جو مطلب آهي 'هيري جهڙي واٽ'. هي لفظ وجرانايائن جي ان منطق ڏانهن اشارو ڪري ٿو جنهن کي هو اٽوٽ ۽ لاجواب سمجهن ٿا. وجرايانا جو دارومدار رواجي ٻُڌمتي لکتن کان وڌيڪ انهن لکتن تي آهي جن کي 'تنترا' چيو وڃي ٿو جنهن ڪري هن فرقي کي "تنترايانا" به سڏيو ويندو آهي.

وجرايانا هينئر، منگوليا، تبت، لداخ، نيپال، ڀوٽان ۽ هندستان ۾ رهندڙ تبتي ماڻهن ۾ هلندڙ آهي.

| سوال 12.13 | اهو ڏاڍو منجهائيندڙ آهي. جيڪڏهن مان ٻُڌمت تي هلڻ چاهيان ته پوءِ ڪيئن ۽ ڪهڙي واٽ جي چونڊ ڪريان؟ |
|---|---|

شايد اسان هن مامري کي هڪ نندي سان ڀيٽي سگهون ٿا. جيڪڏهن توهان نندي جي مُهاڙ (Start, Starting Point) ۽ پوءِ پڇاڙ (End, Tail) تي ويندا ته اهي هڪٻئي کان گهڻو مختلف

ڏيکاريا. پر جيڪڏهن توهان نندي جي مُهاڙ واري وسيلي کان هلڻ شروع ڪندا؛ جهنگ جبل جي وڪڙن مان لنگهندا؛ دڳ ۾ شامل ٿيندڙ ننڍين وهڪرن، پاڻي وسڪارن ۽ نئِيُن کان اڳتي وڌي ڪري سندس چوڙ وٽ پهچندا ته پوءِ سمجهي سگهندا ته نندي جو مُهاڙ ۽ پڇاڙ هڪٻئي کان ايترا مختلف چو آهن.

جيڪڏهن توهان ٻُڌمت کي سمجهڻ چاهيو ٿا ته پوءِ شروعاتي ۽ بنيادي سيکارڻين کان شروع ڪريو. چار اتم سچ، اتم اٺوڻي واٽ، گوتم ٻُڌ (تاريخي ٻُڌا) ۽ ٻيون اهڙيون شيون. تنهن کانپوءِ اهو پڙهو ته اهي بنيادي سيکارڻيون ۽ ويچار اڳتي ڪيئن وڌيا ويجهيا آهن. تنهن کانپوءِ وچي ڪري ٻُڌمت جي ان واٽ کي ويچار هيٺ آڻيو جيڪو توهان کي سينان وڌ مطمئن ڪري.

ائين ڪرڻ کانپوءِ توهان لاءِ اهو چوڻ ناممڪن ٿي ويندو ته نندي جو مُهاڙ سندس پڇاڙکان گهٽ مانائتو آهي يا نندي جو پڇاڙ سندس مُهاڙ جو بگاڙ آهي.

## دري 13 - ٻُڌمتي ٿيڻ

| سوال 13.1 | هن وقت تائين توهانجو چونڊ مونکي دلچسپ لڳو آهي. مان ڪيئن ٻُڌمتي ٿي سگهان ٿو؟ |
|---|---|

ٻُڌا جي وقت ۾ هڪ ماڻهو نالي اُپالي رهندو هيو. هو ٻُڌا جي سيڪارٽين کان تمام گهڻو متاثر ٿيو ۽ هن ٻُڌمتي ٿيڻ جو فيصلو ڪيو.

پر ٻُڌا هن کي چيو :-

”پهريون صحيح طرح سان جاچ ڪر ........ توجهڙي مشهور ماڻهو لاءِ صحيح جاچ ڪرڻ سٺي ڳالهه آهي“.

ٻُڌمت ۾ سمجهڻ سڀ کان اهم ڳالهه آهي ۽ سمجهڻ ۾ وقت لڳي ٿو. سو وٺ وٺ ڪري ٻُڌمت ۾ نہ وڃڻ گهرجي.پنهنجو وقت وٺو،سوال پڇو، خبرداري سان سمجهو ۽ پوءِ پنهنجو فيصلو ڪريو. ٻُڌا گهڻن پوئلڳن ناهڻ ۾ دلچسپي نہ رکندو هيو. هن کي اهو فڪر هيو تہ ماڻهو خبرداري سان جاچ ڪرڻ ۽ حقيقتن کي سمجهڻ کانپوءِ ئي هن جي سيڪارٽين جي پوئلڳي ڪن.

| سوال 13.2 | جيڪڏهن مان اهو ڪري چُڪان ۽ (ٻُڌمتي) سيڪارٽين کي قبول ڪرڻ جوڳو سمجهان، تہ پوءِ اڳتي ڇا ڪريان جو ٻُڌمتي ٿي سگهان؟ |
|---|---|

سينان وڌ سٺو اهو آهي تہ ڪنهن ٻُڌمتي مندر سان شامل ٿي وڃو، انهن جي مدد ڪريو ۽ انهن جي مدد وٺو ۽ ٻُڌا جي سيڪارٽين کي وڌيڪ پڙهندا رهو. پوءِ جڏهن توهان مڪمل تيار

هجو، تہ پوءِ ٽي سام (Three Refuges) وٺڻ سان ٻُڌمت ۾ شامل ٿي وڃو.

| سوال 13.3 | ”ٽي سام“ (Three Refuges) ڪهڙيون آهن؟ |
|---|---|

”سام“ (Refuge) ان جاءِ [يا ماڻهو] جو نالو آهي، جتي ماڻهو تڏهن ويندو آهي، جڏهن هو پريشان هجي، يا جڏهن ان کي ڪنهن حفاظت يا بچاءَ جي گهرج هجي.

ڪيترن ئي قسمن جي سام ٿي سگهي ٿي، جهڙوڪ جڏهن ماڻهو ناخوش آهي تہ هو دوستن جي سام وٺي ٿو.

ٻُڌا چوي ٿو :

سام وٺڻ ٻُڌا منجهہ،
ڌما ۽ سانگها منجهہ ۽
سچي ساڃاهہ سان ڏسڻ؛
چار اتم سچن کي،
تڪليف، تڪليف جو ڪارڻ،
تڪليف مان پار ٿيڻ، ۽
اتم اٺوٽي واٽ جيڪا وڃي ٿي،
تڪليفن منجهان پار ٿيڻ لاءِ.
اها پڪ سان آهي هڪ محفوظ سام،
اهائي آهي اتم سام.
اها اهڙي سام آهي جتي ڪوئي،
هر ڏکيائي کان آجو آهي.

ٻُڌا ۾ سام وٺڻ، ان حقيقت جي اعتماد پري ميجتا آهي، تہ ڪوئي بہ مڪمل جاڳرتا ماڻي سگهي ٿو ۽ مڪمل (ماڻهو) بڻجي سگهي ٿو، بلڪل ايئن جيئن ٻُڌا هيو.

ڌرم (ڌما) ۾ سام ونڻ جي معنا آهي، چار اتم سچن کي سمجهڻ ۽ پنهنجي جياپي کي اٺوٽي اتم واٽ تي ڍالڻ.

سانگها (Association, Community) ۾ سام ونڻ جي معنا آهي، مدد، اتساهه ۽ اڳواٽي ونڻ، اهڙن ماڻهن کان جيڪي اٺوٽي اتم واٽ تي هلي رهيا آهن.

ائين ڪرڻ سان هڪ ماڻهو ٻُڌمتي تي وڃي ٿو ۽ نرواڻ جي پيچري تي پهرين وک کڻي ٿو.

| سوال 13.4 | جڏهن ڪان توهان پهريون پيرو "ٽي سام" ورتيون آهن، ته توهان جي جياپي ۾ ڪهڙيون تبديليون آيون آهن؟ |
|---|---|

پوين 2500 ورهين کان وٺي، اڻڳڻين ڪروڙن ماڻهن وانگي، مون ڏنو آهي ته ٻُڌا جي سيکارٽين، هڪ ڏکي دنيا ۾ (جيئڻ جو) ڪو مقصد ڏنو آهي. انهن ڪا معنيٰ ڏني آهي، هڪ بي معنا جياپي کي. انهن مونکي هڪ اهڙي ماڻهپي ۽ ٻاجهه واري اخلاقيات ڏني آهي جنهن سان مان پنهنجو جياپو گذاري سگهان. ۽ انهن مون کي اهو ڏيکاريو آهي ته مان ڪيئن پنهنجي ايندڙ جياپي ۾ پوتر ۽ نيڪ حالت ۾ وڃي سگهان ٿو.

پراڻي هند ۾، ٻُڌا جي باري ۾ هڪ بيتاڪر لکيو هيو:-

"هن ڏانهن سام لاءِ وڃڻ، هن کي ساراهڻ،
هن کي مان ڏيڻ ۽ هنجي ڌرم سان هلڻ،
اهو آهي بس سمجهه سان عمل ڪرڻ."

مان انهن لفظن سان پوري ريت سهمت آهيان.

| | |
|---|---|
| سوال 13.5 | منهنجو هڪڙو دوست آهي، جيڪو هر وقت مونکي پنهنجي ڏرم ۾ آڻڻ جي ڪوشش ۾ لڳل آهي. مان هن جي ڏرم ۾ دلچسپي نہ ٿو رکان پر هو منهنجي جان نہ ٿو ڇڏي. مان ڇا ڪريان؟ |

پهرين شيءِ جيڪا توهان کي سمجهڻ گهرجي تہ هو توهان جو سچو دوست آهي ئي ڪونہ. هڪ سچو دوست توهان کي جيئن جو تيئن قبول ڪندو ۽ توهان جي خواهش کي مان ڏيندو. مونکي شڪ آهي تہ اهو ماڻهو توهان جي دوست هجڻ جو ناٽڪ ٿو ڪري تہ جيئن توهان جو ڏرم مَتِرائي سگهي. جڏهن ڪو ماڻهو توهان تي پنهنجي مرضي ٿاڦڻ چاهي تہ پڪ سان هو توهان جو دوست ناهي.

| | |
|---|---|
| سوال 13.6 | پر هن جو چوڻ آهي تہ هو پنهنجو ڏرم مون سان ونڊڻ چاهي ٿو؟ |

پنهنجي ڌرمي ويچارن کي ٻين سان ونڊڻ سٺي ڳالهہ آهي. پر مان سمجهان ٿو تہ توهانجي دوست کي ڌرم جي ونڊڻ ۽ مڙهڻ جي فرق جي ڄاڻ ناهي.

جيڪڏهن مون وٽ هڪ صوف آهي، مان ان جو اڌ توهان کي آڇيان ۽ توهان منهنجي آڇ قبول ڪريو، تہ پوءِ چئبو تہ مان توهان سان صوف ونڊيو.

پر جيڪڏهن توهان چئو "مهرباني - مان ڪاڌو آهي"۽ مان توهان کي اڌ صوف کائڻ لاءِ زور ڀريندو رهان ۽ توهان نيٺ منهنجي زور ۾ اچي وڃو، ان کي ڪيئن ونڊڻ چئي سگهجي ٿو؟

توهانجي ان "دوست"جهڙا ماڻهو پنهنجي غلط ورتاءُ کي 'ڌرم ونڊڻ' ۽ 'ٻين جي لاءِ فڪرمندي ۽ پيار' جهڙن لفظن جي

پويان لڪائڻ چاهن ٿا. اهي ان ڪي ڪهڙو به نالو ڏين پر سندن ورتاءُ اهو ئي ڪهرو، خودغرض ۽ غيراخلاقي آهي.

| سوال 13.7 | سو مان هن کي ڪيئن روڪي سگهان ٿو؟ |
|---|---|

اهو بلڪل سولو آهي.
پهريون، پنهنجي ذهن ۾ اهو چٽو رکوته توهان ڇا ٿا چاهيو.
ٻيون، اها ڳالهه ٿورن ۽ چٽن لفظن ۾ هن کي ٻڌايو.
ٽيون، ته جڏهن هو توهان کان اهڙا سوال پڇي ته "هن مسئلي تي توهانجو عقيدو ڇا آهي" يا "توهان مون سان ملڻ ڇو نه ٿا اچو"، ته توهان چٽي ۽ نرم لهجي ۾ هر ڀيري پنهنجي پهرين ڳالهه ورجائيندا رهو : "توهانجي ڪوٺ ڏيڻ جي مهرباني پر مونکي اچڻو ئي ناهي".
"پر ڇونه؟"
"اهو منهنجو مامرو آهي، مونکي اچڻو ئي ناهي".
"پر هتي ڪيئي دلچسپ ماڻهو به اچڻا آهن".
"مونکي پڪ آهي ته اهڙا ٻيا ماڻهو به هوندا، پر مونکي اچڻو ئي ناهي".
"مان ان ڪري توهان کي ڪوٺ ڏني آهي جو مان توهان لاءِ فڪر مند آهيان."
"مونکي خوشي آهي ته توهان مون لاءِ فڪرمند آهيو، پر مون کي اچڻو ئي ناهي."

جيڪڏهن توهان چٽائي ۽ ڌيرج سان هر ڀيري پنهنجي ڳالهه ورجائيندا ۽ هن جي بحث ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار ڪندا ته آخرڪار هو به چڙي ڏيندو. هڪ دوست سان ائين ڪرڻ جائي به

شرم جهڙي ڳالهہ آهي، پر ماڻهن لاءِ اهو سکڻ اهم آهي تہ اهي پنهنجون خواهشون ۽ عقيدا ٻين جي مٿان ٺاڦي نٿا سگهن.

| سوال 13.8 | ڇا ٻُڌمتين کي ٻين سان ڌرم ونڊڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي؟ |
|---|---|

ها انهن کي ڪرڻ گهرجي.

جيڪڏهن توهان ڪان ڪو ٻُڌمت جي بابت پڇي تہ ان کي ٻُڌايو. توهان انهن جي پڇڻ ڪان سواءِ بہ ٻُڌا جي سيکارٽين بابت انهن کي ٻُڌائي سگهو ٿا. پر جيڪڏهن، هو پنهنجن لفظن يا عملن وسيلي، توهان کي دلچسپي نہ ڏيکارين، تہ انهي ڳالهہ کي دل سان قبول ڪيو ۽ انهن جي خواهش کي مانُ ڏيو.

اها ڳالهہ پڻ اهميت واري آهي تہ توهان ماڻهن کي ڌرم جي ڄاڻ، تبليغ ڪان وڌيڪ عمل جي وسيلي اثرائتي طريقي سان ڏئي سگهو ٿا. ماڻهن کي پنهنجو ڌرم ڏيکاريو : پنهنجي ايماندار هجڻ، سڌي سنئين هجڻ، درگذر ڪرڻ ۽ ٻي لاءِ سوچ رکڻ واري ۽ ٻاجهاري رويي سان. ڌرم کي پنهنجي اهڙي ڳالهائڻ ۽ عمل وسيلي اڳتي وڌڻ ڏيو.

جيڪڏهن اسان مان هر هڪ، توهان ۽ مان، ڌرم کي چڱي ريت سمجهنداسين، ان تي پورو پورو عمل ڪنداسين ۽ دل سان ٻين سان ونڊينداسي، تہ پوءِ اسان پنهنجي لاءِ ۽ ٻين جي لاءِ وڏا فائديمند ثي سگهنداسين.

# دري 14 - ٻُڌا جون ڪجهه چوڻيون

| 14.1 |
|---|
| ڏاهپ صاف ٿئي ٿي اخلاق سان ۽ اخلاق صاف ٿئي ٿو ڏاهپ سان. جتي هڪ هجي ٿو اتي سدائين ٻيو به هجي ٿو. اخلاقي ماڻهو وٽ ڏاهپ آهي ۽ ڏاهي ماڻهو وٽ اخلاق آهي. ٻنهي جو ميلاپ دنيا جي سينان اُتاهين شيءِ آهي. |

| 14.2 |
|---|
| سوچ سيني شين کان اڳ ۾ آهي، سوچ انهن تي حاڪم آهي، اهي سڀ شيون سوچ مان ٺهن ٿيون. جيڪڏهن ڪو ماڻهو صاف سوچ سان ڳالهائي يا عمل ڪري ٿو ته سَرهائي ان جي پويان ائين ايندي جيئن پاڇو ڪڏهن به پري ناهي ويندو. |

| 14.3 |
|---|
| ڪتي به ۽ ڪنهن به ڪارڻ، ٻين جي مٿان الزام مڙهڻ يا ان کي گهٽ درجي وارو ڏيکارڻ وارو ڪم نه ڪيو. ڪاوڙ منجهان يا پلاند وٺڻ خاطر ٻي کي آزار ۾ نہ وجهو. |

| 14.4 |
|---|
| جيئن ڪنهن مها اپسمنڊ جو ٻيو ڪو سواد ناهي پر لوڻياٺو، تيئن هن ڌرم جو پڻ هڪ ئي سواد آهي ۽ سو آهي آجپي جو |

| 14.5 |
| --- |
| ٻي جي غلطي ڪيڏي سولو ڪم آهي پر پنهنجي غلطي مڃڻ ڏکيو ڪم آهي؛ ٻين جي غلطين کي ڇڙي ڇنڊي پڌرو ڪرڻ پر پنهنجين غلطين کي ماري (شڪاري) وانگر جانور جي کل ۾ لڪائڻ. جيڪي رڳو ٻي جي غلطين کي ڏسڻ ٿا سي ڇيڙاڪ ٿي وڃن ٿا. انهن ۾ ناڪاري لاڙا وڌن ٿا ۽ ختم ٿيڻ جو نالو ئي نٿا وٺن. |

| 14.6 |
| --- |
| جيئن گلن جي ڍير مان ڪيئي هار ٺهي سگهن ٿا، تيئن ڪيئي سنا ڪم هڪ ماڻهو جي هٿان ٿي سگهن ٿا. |

| 14.7 |
| --- |
| جڏهن توهان ڪنهن سان ڳالهايو ٿا تہ اهو ٿي سگهي ٿو تہ توهان جي ڳالهہ صحيح يا غلط وقت تي هجي، حقيقت تي ٻيٺل يا اڻ ٻيٺل هجي، نرم هجي يا سخت هجي، مقصد واري ٽيڪي مطابق هجي يا نہ هجي، نفرت سان ڀريل ذهن مان نڪرندي هجي يا پيار منجهان هجي.<br>توهان کي پنهنجي تربيت هيئن ڪرڻ گهرجي:<br>اسان جو ذهن بگڙيل نہ هجڻ گهرجي،<br>اسان جو ڳالهائڻ خراب نہ پر ٻاجهارو ۽ رحم وارو هجڻ گهرجي.<br>اسان کي اهڙي ذهن سان جيئڻ گهرجي جيڪو نفرت کان آزاد ۽ پيار سان ڀرپور هجي.<br>اسان پهريون هڪ ماڻهو تائين پنهنجو پيار پهچايون ۽ پوءِ اڳيان وڌندي سڄي دنيا تائين ان کي ڪنديريون؛ پيار جيڪو وڌندڙ آهي، پکڙجندڙ، اڻميو ۽ ٻنهہ سگهو آهي نفرت ۽ وير کان. ائين ئي توهان کي پنهنجي تربيت ڪرڻ گهرجي. |

| 14.8 |
| --- |
| ٿي شيون آهن جن سان هڪ ڏاهو ماڻهو سجاپجي ٿو. ڪهڙيون ٿي شيون؟ هو پنهنجي غلطي کي ائين ڏسي ٿو جيئن اها آهي، ان کي ڏسڻ ڪانپوءِ ان کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، جڏهن ٻيا پنهنجي غلطي مڃن ٿا ته انهن کي معاف ڪري ڇڏي ٿو. |

| 14.9 |
| --- |
| ختم ڪري ڇڏيو غلط ڪم ڪرڻ، سکو سٺا ڪم ڪرڻ، صاف ڪيو پنهنجي ذهن کي. اها سيکارٽي آهي ٻُڌائن جي. |

| 14.10 |
| --- |
| پاڻيءَ ڪان سکو. جبلن ۾ پاڻي ڦاٽ ۽ چشما گوڙ ڪن ٿا، پر مهان نديون ماٺ ۾ وهن ٿيون. سڪٽيون شيون گوڙ ڪن ٿيون پر ڀريل چپ چپات آهن.<br>بيوقوف اڌ ڀريل ٿانو وانگر آهي، پر ڏاهو ماڻهو اونهي ڍنڍ پاڻي واري تلاءَ جيان آهي. |

| 14.11 |
| --- |
| توڙي جو ڪو ڪمينو ڏوهاري ٻه توهان جو انگ وڍي ڌار ڪري، ڀهتياڙي ڪارائي سان، پر جيڪڏهن توهان جي ذهن ۾ نفرت پرجي آئي ته پوءِ توهان منهنجي سيکارٽين تي عمل ڪرڻ وارا ناهيو. |

| 14.12 |
|---|
| جيڪڏهن ڪو ماڻهو ساڙيلو،خود غرض يا بي ايمان آهي، ته اهو ڪوجهو آهي، پنهنجي سٺن مهاندن ۽ سگهاري ڳالهائڻ جي هوندي به. پر اهو ماڻهو جيڪو انهن شين کان سگهڻوآهي ۽ نفرت کان آجو آهي، اهو ئي آهي حقيقت ۾ سهڻو ماڻهو. |

| 14.13 |
|---|
| اهو اڻتيڻو آهي، ته ڪو ماڻهو جيڪو پاڻ جهل پل ۽ ضابطي ۾ ناهي ۽ مطمئن نه آهي، سو ٻين کي جهل پل ۾، ضابطي ۾ ۽ اطمينان ۾ آڻي سگهي . پر اهو بلڪل ٺي سگهڻو آهي، ته جيڪو ماڻهو پاڻ پلي، ضابطي ۾ رهي ۽ مطمئن هجي ته اهو ٻين کي جهلپل ۽ ضابطي ۾ آڻي ۽ مطمئن ٿيڻ ۾ مدد ڪري سگهي. |

| 14.14 |
|---|
| ڏک سک ۾ راضي رهڻ سينان وڏي مايا آهي. |

| 14.15 |
|---|
| جيڪڏهن ٻيا ماڻهو مون تي، ڌرم تي يا سانگها تي تنقيد ڪن، ته توهان کي ڪاوڙ ڪرڻ ۽ رنج ٿيڻ نه گهرجي. جو ته ائين ڪرڻ سان توهانجي فيصلي جي صلاحيت ڏنڌلي ٿيندي ۽ توهان کي اها خبر ئي نه پوندي ته انهن جيڪو چيو اهو صحيح هيو يا غلط.<br>جيڪڏهن ٻيا ماڻهو ائين ڪن ته انهن کي کولي ٻڌايو ته انهن جي تنقيد ڪيئن غلط آهي. چئو "اهو صحيح ناهي، اهو نيڪ ناهي، اهو اسان جو طريقو ناهي. اسان ائين نه ڪندا آهيون". |

اهڙي طرح جيڪڏهن ٻيا ماڻهو منهنجي، ڌرم جي يا سانگها جي ساراهه ڪن، ته توهان کي وڏائي ڪرڻ ۽ ڦونڊجڻ نه گهرجي. ڇو ته ائين ڪرڻ سان توهان جي فيصلي جي صلاحيت ڏنڌلي ٿيندي ۽ توهان کي اها خبر ئي نه پوندي ته انهن جيڪو چيو اهو صحيح هيو يا غلط.

سو جيڪڏهن ٻيا ائين ڪن ته انهن کي ڪولي ٻڌايو ته انهن جي ساراهه ڪيئن ٺيڪ آهي. ڇئو "اهو صحيح آهي اهو ٺيڪ آهي، اهو اسان جو طريقو آهي. اهواسان ۾ ٿيندو آهي"

| 14.16. |
| --- |
| لفظن کي پنج انگ (مارڪون) ملي سگهن ٿا، جيڪڏهن اهي خراب طريقي سان نه ڳالهايا وڃن، سٺي طريقي سان ڳالهايا وڃن ۽ ڏاها ماڻهو انهن لفظن کي ساراهن. ڪهڙا پنج؟ اهي لفظ صحيح وقت تي ڳالهائجن، اهي سچا هجن، اهي نرم لهجي ۾ ڳالهائجن، اهي مقصد جي مطابق هجن ۽ اهي پيار ڀري طريقي سان ڳالهائجن. |

| 14.17 |
| --- |
| جيئن ڪا اونهي ڍنڍ صاف ۽ سانت هوندي آهي، ائين ئي ڏاها ماڻهو گهرا ۽ شانت ٿي وڃن ٿا، جڏهن اهي [ٻڌا جون] سيکارٽيون ٻڌن ٿا. |

| 14.18 |
| --- |
| مايا وڃائڻ جي اهميت گهٽ آهي، پر ڏاهپ وڃائڻ وڏي خطرناڪ شيءِ آهي. مايا جهڙين شين جي حاصل ڪرڻ جي اهميت تمام گهٽ آهي، پر ڏاهپ حاصل ڪرڻ هڪ تمام وڏي ڳالهه آهي. |

| 14.19 |
| --- |
| جيڪڏهن ڪو بي ڏيان ماڻهو ڏرمي لڪتن جي پڙهائي ڪندو رهي، پر انهن جي چئي تي عمل نہ ڪري تہ پوءِ اهي لڪتون ڪنهن بي ماڻهو جي ڳائي ڏڻ جيان آهن، جنهن جون ڳئون هي ماڻهو ڳڻي رهيو آهي. اهڙو ماڻهو ڏرمي جياپي جو ڪو بہ فائدو نہ وٺي سگهندو. |

| 14.20 |
| --- |
| جئين هڪ ماءُ پنهنجي سڪيلڌي ٻار جو بچاءُ ڪري ٿي، پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي ڪري بہ. هڪ ماڻهوءَ کي دنيا جي هر جيوڪ لاءِ ايتروئي اڻميو پيار هجڻ گهرجي. |

| 14.21 |
| --- |
| ٻي کي نصيحت ڪرڻ وارو ڀهريان پنهنجي لاءِ هيٺن ويچاري ڏسي: "چا مان آهيان يا ناهيان پنهنجي جان [عمل] ۽ زبان [ڳالهائڻ] جي پوري صفائي رکڻ وارو؟ چا مون ۾ اهي گڻ موجود آهن يا ناهن؟ جيڪڏهن اهي گڻ ان ماڻهو ۾ ناهن تہ پوءِ ڪي اهڙا ماڻهو ضرور هوندا، جيڪي ان کي چوندا تہ "ڀهريان تون پنهنجي جان ۽ زبان جي صفائي تہ رک!"<br><br>وري چئجي تہ ٻي کي نصيحت ڪرڻ واري کي ڀهريان هيٺن ويچارڻ گهرجي: "چا ماءُ ٻاڻ کي برن ويچار کان آزاد ڪيو آهي ۽ ٻين لاءِ پنهنجي اندر پيار پيدا ڪيو آهي؟ چا مون ۾ اهي گڻ آهن يا نہ؟ جيڪڏهن اهي گڻ هُن ۾ ناهن تہ پوءِ ڪي اهڙا ماڻهو ضرور هوندا، جيڪي ان کي چوندا تہ، "تون پنهنجي اندر ۾ پيار چو نٿو پيدا ڪرين؟" |

| 14.22 |
| --- |
| جيڪو ماڻهو پرهه منجهند ۽ رات جي وقت ۾ ايمانداري سان هلندو، تنهن ماڻهو جي پرهه، منجهند ۽ رات سرهي گذرندي. |

| 14.23 |
| --- |
| جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان کي گار ڏي، ڌڪ هڻي، پٿر اڇلي يا توهان تي لٺ يا تلوار سان وار ڪري، ته توهان دنيائي خواهشن ۽ مامرن کي هڪ پاسي تي رکو ۽ هيئن سوچيو، "منهنجي دل [سوچ] پنهنجي جاءِ تان نه هٽندي. مان ڳتا لفظ نه ڳالهائيندس. مان ڪاوڙ محسوس نه ڪندس پر سيني جاندارن لاءِ [پنهنجي دل ۾] ٻاجهه ۽ رحم رکيو ايندس". توهان کي ائين ئي سوچڻ گهرجي. |

| 14.24 |
| --- |
| راهڪ [هاري] پاڻي ورائن ٿا، لوهار شيخون موڙن ٿا، ڊکڻ ڪاٺيءَ کي ڪو روپ ڏين ٿا ۽ ڏاها پاڻ کي گهڙن ٿا. |

| 14.25 |
| --- |
| دنيا ۾ چئن قسمن جا ماڻهو آهن. ڪهڙا چار؟<br>اهي جن کي نه پنهنجي چڱائي جي پرواهه ، نڪو ٻين جي چڱائي جي پرواهه.<br>اهي جن کي ٻين جي چڱائي جو فڪر ته آهي پر پنهنجو ناهي.<br>اهي جن کي پنهنجي چڱائي جوفڪر ته آهي پر ٻين جي پرواهه ناهي.<br>۽ اهي جن کي پنهنجي چڱائيءَ جو به فڪر آهي ۽ ٻين جي چڱائيءَ جو پڻ؛ اهي ئي آهن مانوارا، مکي، سينان متي ۽.سينان سنا. |

| 14.26 |
| --- |
| جيڪڏهن توهان ٻڌا، ڌرم ۽ سانگها ۾ سام وٺندا تہ توهان ڊپ ۽ ڊاءَ کان آجا ٿي ويندا. |

| 14.27 |
| --- |
| سوپ حاصل ڪريو، پيار سان نفرت تي، چڱائي سان برائي تي، سخاوت سان ڪنجوسي تي ۽ سچ سان ڪوڙ تي . |

| 14.28 |
| --- |
| اهي جنهنجي سوچ، ڳالهہ ۽ عمل سٺا آهن، اهي پنهنجا وڏ سٺا دوست آهن .پلي جيڪڏهن هو ايئن چون .تہ اسان پنهنجي لاءِ فڪر منذ ناهيون، تڏهن بہ اهي پنهنجا وڏ سٺا دوست آهن. پر ايئن چو آهي؟ ڇاڪاڻ تہ اهي پنهنجي لاءِ اهو ڪم ڪن ٿا جيڪو هڪ [سنو] دوست انهن لاءِ ڪري سگهي ٿو. . |

| 14.29 |
| --- |
| سُنائي کي ننڍڙي شيءِ نہ ڀانيو، هينئن چوندي تہ مان اهڙو (سنو) ڪٿان ٿي سگهان ٿو؟ جيئن ڦڙو ڦڙو ٿي ٿانو ڀرجي وڃي ٿو، تيئن ٿورو ٿورو ڪري هڪ ڏاهو ماڻهو پاڻ کي سُنائي سان ڀري ٿو. |

| 14.30 |
| --- |
| هڪ ڀيري هڪ ڀڪشو کي گهُمرا ٿي پيا ۽ هو اتي ئي پنهنجي ئي گندگي ۾ ڪري پيو. ٻُڌا ۽ آنندا، ڀڪشوئن جي رهائشگاهہ کي گهمندي ڦرندي اتي اچي پهتا جتي اهو بيمار ڀڪشو پيل هو.<br>ٻُڌا ان کان پڇيو" اي ڀڪشو توسان ڪهڙو مسئلو |

آهي؟"

"مونکي دست آهن سائين".

"ڇا تهنجي سنڀال ڪرڻ وارو ڪوئي ناهي؟ "

"نہ سائين".

"پر ٻيا ڀڪشو تنهنجي سنڀال ڇون تا ڪن؟"

"ڇو تہ مان انهن جي ڪنهن ڪم جو ناهيان."

ٻُڌا آنندا کي چيو "وڃي پاڻي ڀري اچ تہ اسان هن ڀڪشو کي ڌوئي صاف ڪريون". سو آنندا پاڻي ڀري آيو. ٻُڌا هن جي مٿان پاڻي وجهندو رهيو ۽ آنندا ان کي ڌوئيندو رهيو. انهن ٻنهي ڄڻن ڀڪشو کي کڻي هنڌ تي سمهاريو.

تنهن کان پوءِ ٻُڌا سيني ڀڪشوئن کي سڏايو ۽ انهن کان پڇيو تہ، "توهان هن بيمار ڀڪشو جي سنڀال ڇو نہ تا ڪريو؟"

"ڇو تہ هي اسان جي ڪنهن ڪم جوناهي".

"اي ڀڪشوئو، توهان جي سنڀال لاءِ هتي توهان جو پيءُ ماءُ ناهن. جيڪڏهن توهان هڪ ٻئي جو خيال نہ رکندا تہ ٻيو ڪير رکندو؟ جيڪو ماڻهو منهنجي سيوا ڪندو، اهوئي ماڻهو هن بيمار ڀڪشو جي سيوا بہ ڪندو".

| 14.31 |
| --- |
| سچ جي سوکڙي سيني سوکڙين کان وڌيڪ آهي. |

| 14.32 |
| --- |
| اهو سنو آهي تہ وقت وقت سان پنهنجي غلطين تي سوچيو. اهو سنو آهي تہ وقت وقت سان ٻين جي غلطين تي سوچيو. اهو سنو آهي تہ وقت وقت سان پنهنجي چڱائين تي سوچيو. اهو سنو آهي تہ وقت وقت سان ٻين جي چڱائين تي سوچيو. |

| 14.33 |
|---|
| جيڪي سنائي ڪن ٿا، اهي هيئنر بہ خوشي ماڻين ٿا، اهي پوءِ بہ خوشي ماڻيندا، اهي ٻنهي ويلي خوشي ماڻيندا؛ هاڻي ۽ پوءِ. اهي خوشي ماڻين ٿا ۽ سرها ٿين ٿا، جڏهن پنهنجن سٺن عملن بابت سوچين ٿا. |

| 14.34 |
|---|
| "غلط ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيو". <br> اهو ڇڏي سگهجي ٿو. جيڪڏهن اهو اڻٽيٽو هجي ها تہ مان توهان کي ائين ڪرڻ لاءِ نہ چوان ها. پر اهو ٿيڻ جهڙو آهي، تنهنڪري ڪري مان چوان ٿو "غلط ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيو". <br> جيڪڏهن غلط ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيڻ سان توهان کي ڪو ڏک يا هاڃو پهچي ها، تہ مان توهان کي ايئن ڪرڻ لاءِ نہ چوان ها. پر اهو توهانجي ڀلائي ۽ سَرهائي لاءِ آهي. <br> تنهنڪري ئي مان چوان ٿو "غلط ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيو". <br> "سٺو ڪم ڪريو". <br> اهو ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن اهو اڻٽيٽو هجي ها تہ مان توهان کي ائين ڪرڻ لاءِ نہ چوان ها. پر اهو ٿيڻ جهڙو آهي، تنهنڪري مان چوان ٿو "سٺو ڪم ڪريو". <br> جيڪڏهن سٺي ڪم ڪرڻ سان توهان کي ڪو ڏک يا هاڃو پهچي ها، تہ مان توهان کي ائين ڪرڻ لاءِ نہ چوان ها. پر اهو توهانجي ڀلائي ۽ سَرهائي کي وڌائيندو ۽ تنهنڪري ئي مان چوان ٿو "سٺو ڪم ڪريو". |

| 14.35 |
|---|
| سزا کان سپ لهسن ٿا، جيئدان سيني کي پيارو آهي. تنهنڪري پاڻ کي ٻي جي جاءِ تي رکي ڏسو. نہ ڪنهن کي ماريو ۽ نہ ئي ڪنهن جي مارڻ کي جائز چئو . |

| 14.36 |
|---|
| هماليا وانگر، سنائي پري کان جرڪي ٿي. [جڏهن تہ] رات [جي اونداهي] ۾ چوڙيل تير وانگي برائي اڻچتي آهي. |

| 14.37 |
|---|
| ٻُڌا پڇيو: 'توهان هن جي باري ۾ ڇا ٿا سوچيو؟ آرسي جو مقصد ڇا آهي؟<br>'ان جو مقصد عڪس ڏيکارڻ آهي' راهول وراڻيو.<br>ان کانپوءِ ٻُڌا چيو: 'انهيءَ ڪري ئي، ڪوبہ عمل ڪجي، جسم، ذهن يا ڳالهہ ڪرڻ سان، تہ ڌيان سان عڪس ڏسي پوءِ [ڪجي]. |

| 14.38 |
|---|
| جيئن گنگا ندي وهي ٿي، چڙهي ٿي ۽ وري ٿي، اوير ڏانهن. تيئن پڻ، جيڪو پنهنجي اندر اتم انوٽي واٽ کي پيدا ڪري ٿو، سو وهي ٿو، چڙهي ٿو ۽ وري ٿو 'نرواڻ' ڏانهن. |

14.39

جيڪي [ماڻهو] اهو سوچيندا رهن ٿا : 'هن مون کي گار ڏني'.'هن مون کي ڌڪ هنيو'. 'هن مون سان ڏاڍائي ڪئي'. 'هن مونکي ڦريو'. انهن جي نفرت [ڪڏهن به] نہ رڪجندي.

پر جيڪي [ماڻهو] اهڙين سوچن کي [پنهنجي ذهن مان] وڃڻ ڏيندا، تہ [انهن جي نفرت] روڪجي ويندي. ڇو تہ هن دنيا ۾ نفرت ڪڏهن بہ نہ رڪجندي، وڌيڪ نفرت ڪرڻ سان. اهو پيار ئي آهي، جيڪو نفرت کي روڪي ٿو. اهو هڪ امر سچ آهي.

14.40

ڪنهن بہ شيءِ تي رڳو انڪري ڀروسو نہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ توهان اها [ڪٿان] ٻڌي آهي.

ڪنهن بہ لوڪريتي تي رڳو ان ڪري ڀروسو نہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ اها ڪيترين ئي پيڙهين کان هلندي پئي اچي.

ڪنهن بہ شيءِ تي رڳو ان ڪري ڀروسو نہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ تمام گهڻا ماڻهو ائين ئي پيا چون.

ڪنهن بہ شيءِ تي رڳو انڪري ڀروسو نہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ اها توهان جي ڌرمي ڪتابن ۾ لکيل آهي.

ڪنهن بہ شيءِ تي رڳو انڪري ڀروسو نہ ڪيو، ڇاڪ تہ توهان جا وڏا ۽ استاد ان کي نيڪ ٿا سمجهن.

پر: مشاهدي ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪانپوءِ، جڏهن توهان [پا سمجهو تہ هيءَ شيءِ منطق سان سهمت آهي، ۽ هر هڪ ماڻ لاءِ سني ۽ فائديمند آهي؛ تہ پوءِ ان شيءِ کي قبول ڪريو ان جي پوئواري ڪريو.

ٻُڌمت سُٺا سوال ۽ سُٺا جواب



سنڌيڪار: دُرجان

ڪنول پبليڪيشن ڦنبر

181

**'Good questions and good answers'** is the most accurate self-explanatory title, as it enlightens the most basic theories about the ideology of Buddhism. One of the biggest positives of this book would be the one-to-one dialogue structure where it answers specific questions with brief explanations and examples yet is open for decision making by the reader himself throughout. The succinctly laid out answers are also quite respectful of readers with no previous knowledge of Buddhist concepts and there fore serve to an audience wider than just the people interested in practicing Buddhism. The original book was written by Bhante Shravasti Dhammika, a senior Buddhist Monk and Spiritual Advisor of Buddha Dhamma Mandala Society (BDMS) in Singapore, in 1987 and has since been translated into over 35 languages by many scholars worldwide to provide thoughtful and well reasoned answers to the curious questions. This Sindhi translation of the original book by 'Dur Jaan' is quite praise worthy in it's approach as it articulates the original thought very adequately. The book is highly recommended for a summarizing introduction to new beginners of Buddhist practices as well as inquisitive learners of the ideology.

**Rohal Kohyar**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽاٽائن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)